# هرگنيو

مؤلف

آخوند عبدالرحيم وفا عباسي

مقدمو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو - حيدرآباد سنڌ



# هَرگُنِبو


مؤلف

آخوند عبدالرحيم وفا عباسي

مقدمو

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ






سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ

١٤١٤ هه / ١٩٩٣ع

ڇاپو پهريون — سال ۱۴۱۴هه/ ۱۹۹۳ع
تعداد — هڪ هزار

قيمت: ۴۰ روپيا

ملڻ جو هنڌ:
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
سنڌ صوبائي ميوزيم ـ نيشنل هاءِ وي
حيدراباد، سنڌ
۽
مرڪزي ڪتاب گهر نمبر ۹۷۲
گل شاهه محلو، گاڏي کاتو
حيدرآباد، سنڌ
پاڪستان

هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اداري پاران اشاعتي نگران امين لغاري ڇپائي پڌرو ڪيو.

# عنوانن جي فهرست

# مقدمو

## مصنف پنهنجي هن ڪتاب جو مهاڳ جيئن لکيو تيئن هوبهو هيٺ ڏجي ٿو:

"بسم الله الرّحمٰنِ الرّحِيمِ

ڪتاب هرگنيو

ست هن ڪتاب جي متي ورچ سرن جي آهي

وچورتن جو ڏار ڏار لکيي پٽاندر آهي

فهرست

| | سر جو نالو | بيتن جو تعداد | | سر جو نالو | بيتن جو تعداد |
|---|---|---|---|---|---|
| ١. | عمر ۽ مارئي | ٥٥ | ٩. | ساهڙ ۽ سهڻي | ٣٥ |
| ٢. | پنهون سسئي | ١٠٢ | ١٠. | آسا | ١٩ |
| ٣. | مومل راڻو | ٦٩ | ١١. | گهاتو | ٦ |
| ٤. | ڪلياڻ | ٢٧١ | ١٢. | راءِ ڏياچ | ٢٣ |
| ٥. | سينگار | ٤٦ | ١٣. | ڪاراِيل | ١٤ |
| ٦. | سارنگ | ١٦ | ١٤. | ڪاموڏ | ٢٠ |
| ٧. | پُورَبَ رامَ ڪَلِي | ٩٠ | ١٥. | ڪنيات | ١٣ |
| ٨. | سُرَاڳُ | ٤١ | ١٦. | ڪاهوڙي | ٧ |

پڌرو هجي تہ نمبر پهريان ڳٽپ سرن جي ۽ نمبر پويان ڳٽپ ڳائيتو بيتن جو آهي. منجهہ تاريخ نائين مهيني رمضان جي سن ١٢٧٣هجريه النبي صلي الله عليہ وسلم، مالڪ وقابض عبدالرحيم ولد جامع الڪمالات آخوند محمد وفا الحال ساڪن بندر ڪراچي تحرير".

هن مهاڳ مان ٿي مصنف جي باري ۾ ڪجهہ روشني پوي ٿي جنهن جي آذار تي سندس تصنيف ڪيل "جواهر لغات

سنڌي اڪيچار“ جي مهاڳ ۾، جيڪو ڪتاب هن کان اڳ اداري طرفان ڇپجي چڪو آهي، سندس سوانح ڪي هيٺئين طور بيان ڪيو ويو آهي:

هن ڪتاب ”هرگنبي“ جي متئين مهاڳ ۾ هن پنهنجو نالو ”عبدالرحيم ولد جامعُ الڪَمالات آخوند محمد وفا، الحال ساڪن بندر ڪراچي“ ڪري لکيو آهي، پر ”جواهر لغات“ جي مقدمي ۾ مصنف پنهنجو پورو نالو ”عبدالرحيم پُٽر محمد وفا گُنبذي، هاڻي رَهاشُو ڪراچي“ ڪري ڄاڻايو آهي. جڏهن ته هن پاڻ کي ”گُنبذي“ ڪري لکيو آهي، ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته هو اصل ۾ ”گنبذ“ جي ماڳ جو وينل هو ۽ غالباً اتي ئي ڄائو ۽ اتي ئي وڏو ٿيو، تان جو ڪراچي آيو. ”گُبنذ“ جو عام سنڌي ۾ نالو ٿيندو ”قبو“، يعني ته هو ”قبي“ جو وينل هو، پر سنڌ ۾ ڪيترائي ماڳ قبي جي نالي سان سڏجن ٿا. البت جن ڳوٺن ۽ شهرن تي قُبي جو نالو آيل آهي تن مان ”قبو سعيد خان“ (تعلقو شهداد ڪوٽ) وڌيڪ مشهور آهي. مرحوم محمد صديق ميمڻ پنهنجي ”سنڌي ادبي تاريخ“ ۾ اهو گمان ڪيو آهي ته شايد مصنف ڪوهستان جو وينل هو. ان گمان جي تائيد ڪنهن حد تائين ان مان ٿئي ٿي جو ”ڪتاب هرگُنبي“ ۾ هن ڪاڇي، ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي شاعرن جا شعر شامل ڪيا آهن.

سندس هٿ لکيل متين ٻن عبارتن مان پڌرو ٿئي ٿو ته هن ”لغات“ اڳ ۾ لکي ۽ ڪتاب ”هرگُنبو“ ان کان پوءِ لکيو. اهڙو گمان انهيءَ مان ٿئي ٿو جو ”جواهر لغات“ ۾ پنهنجي پيءُ جو نالو صاف سنئون سڌو ”محمد وفا عباسي“ لکيائين.

ان بعد جڏهن ڪراچي لڏي آيو ۽ ڪجھ عرصو ڪراچي ۾ رهيو ۽ پنهنجي ادبي لياقت سببان نالي ۽ عزت وارو ٿيو، تڏهن ڪتاب "هرگنيي" جو مهاڳ لکندي پنهنجي والد جو نالو بہ شان شرف سان "جامع الڪمالات آخوند محمد وفا عباسي" ڪري لکيائين. هن عبارت مان ظاهر آهي تہ هيءُ خاندان هڪ آخوند (استاد) گهراڻو هو ۽ پنهنجي والد "جامع الڪمالات آخوند وفا" جو فرزند عبدالرحيم بہ "آخوند" ئي هو ۽ مڪتب پڙهايو ونڊائين. سندس مرتب ڪيل ڪتاب "قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو" جيڪو شايع ٿيو تنهن جي سرورق تي مصنف جو نالو "آخوند عبدالرحيم" ڪري ڄاڻايل آهي.

آخوند عبدالرحيم پنهنجو ڪتاب "هرگنيو" ماه رمضان ١٢٧٣هجري ۾ لکيو ۽ اهو مهينو مئي سال ١٨٧٥ع هو. "جواهر لغات سنڌي اڪيچار" ان کان ڪجھ وقت اڳ لکيائين ۽ ان جي لکڻ جو عرصو انداز ١٨٤٥ع ۽ ١٨٥٢ع وارو ٿي سگهي ٿو. انهيءَ گمان جي تائيد ان مان ٿئي ٿي جو ١٨٤٣ع ۾ سنڌ تي قبضي بعد انگريزن فارسي کي سرڪاري زبان طور ختم ڪري ان جي جاءِ تي انگريزي کي اعليٰ سرڪاري زبان طور مقرر ڪيو. سنہ ١٨٥٠ع کان پوءِ، سنڌ ۾ انگريزي سان گڏ سنڌي کي بہ سرڪاري زبان طور تسليم ڪيو ويو ۽ اهڙي پڌرائي سنہ ١٨٥١ ۾ بمبئي سرڪار جي سرڪيولر نمبر ١٨٢٥ مورخہ ٦ سيپٽمبر ١٨٥١ع ذريعي ڪئي وئي. ان کان پوءِ سنڌي ۾ ڪتابن لکڻ ۽ پڙهائڻ جو سلسلو شروع ٿيو. انهيءَ ڪري ١٨٥١ع بعد هڪ "سنڌي- فارسي لغات" جوڙڻ

جو ڪشالو بي فائدي هو. آخوند عبدالرحيم اها ”لغات“ ان کان اڳ ئي تيار ڪئي هوندي: يعني ڪراچي ۾ لڏي اچڻ کان اڳ آخوند عبدالرحيم ”جواهر لغات، سنڌي اڪيچار“ جو مصنف ٿي چڪو هو، جنهن ڪري غالباً ڪمشنر فريئر واري دور (۱۸۵۱ - ۱۸۵۶ع) ۾ سندس علمي لياقت سببان ڪيس اهميت ملي. ان وقت کان وٺي سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي ۽ نصابي ڪتابن جي تياري جو سلسلو شروع ٿيو، جنهن لاءِ ڄاڻو ماڻهو گهربل هئا. اڳتي هلي تعليم کاتي لاءِ ورنيڪيولر ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جي آڏو ڄاڻو اديب نوان سنڌي ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪري ڇپائي لاءِ پيش ڪرڻ لڳا. آخوند عبدالرحيم بہ انهن مان هڪ هو.

آخوند عبدالرحيم وڏي خذمت اها ڪئي جو هن پهريون ڀيرو سنڌ جي عوامي ادب جو ذخيرو سهيڙڻ شروع ڪيو. ان سلسلي ۾ هن خاص طرح سنڌ جي الهنديين ڀاڱي، يعني ڪاڇي، ڪوهستان ۽ لس ٻيلي جي شاعرن ۽ سگهڙن جا جوڙيل قصا ۽ داستان توڙي ٻيا اعليٰ معنوي بيت گڏ ڪيا ۽ پوءِ انهن کي سُوڌي سنواري جدا جدا ڪتابڙن جي صورت ۾ ”تعليم کاتي لاءِ ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي“ آڏو پيش ڪري انهن کي ڇاپائڻ لاءِ منظور ڪرايو. هن جيڪي ڪتاب مرتب ڪيا تن مان هيٺين جا نالا معلوم آهن:

۱ - ڪتاب ”هرڳنيو“ ۹ - رمضان سنہ ۱۲۷۳هہ يعني سنہ ۱۸۷۵ع ۾ مرتب ڪيائين پر اهو ڇاپي هيٺ ڪونہ آيو.

۲ - ”قصو وڪيي ڏاتار جو“ جيڪو آخوند عبدالرحيم ۱۴ جون ۱۸۷۰ع تي ناهي تيار ڪري ورنيڪيولر لٽريچر

ڪاميٽي آڏو پيش ڪيو.
۳ - ۴. ”قصو جمجمعا سلطان جو“ ناهيل شاعر مير جو ۽ ”قصو بهرام شاهه جو“ جوڙيل ڇتي ڪٽي جو- اهي ٻئي قصا پڻ آخوند عبدالرحيم ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي آڏو رکيا پر ڇپجي نه سگهيا.
۵ - ”قصو دلوراءِ جو“ جيڪو پڻ پهريون دفعو سنه ۱۸۷۰ع ۾ ڇپيو.
٦ - ”قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو“ جيڪو ۱۸۷۰ع بعد به پيرا ڇپيو.
۷ - ”قصو عمر ماروي جو“ جيڪو پڻ ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي چونڊيو ۽ ڇپيو.
۸ - ”قصو پنهون سسئي جو“ ناهيل محمد عارف ڪلهوڙي جو، جيڪو ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي چونڊيو ۽ سنه ۱۸٦۸ع کان اڳ ڇپيو.
۹ - ”قصو ٻلي ۽ ڪُئن جو“ جوڙيل خيرشاهه جو جيڪو ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي چونڊيو ۽ ۱۸۷۲ع ۾ ڇپيو.
۱۰ - ”قصو عجائب شاهه جو“ جوڙيل شاعر لونگ جو، آخوند عبدالرحيم ورنيڪيولر ڪاميٽي جي آڏو پيش ڪيو.
اهي قصا پوءِ پيهر ۽ ڪي ٽيهر پڻ ڇپيا، جيئن ته ”قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو“ ٽيون ڀيرو سنه ۱۸۸۴ع ۾ ڇپيو. اهو معلوم ناهي ته ان وقت آخوند عبدالرحيم جيئرو هو يا فوت ٿي چڪو هو. اندازاً سنه ۱۸۵۰ع کان وٺي سنه ۱۸۷۲ع تائين، يعني ”جواهر لغات“ جي تصنيف ڪرڻ وٺي عوامي ادبي مواد وارن بيتن ۽ قصن جي تاليف تائين، ويهن

ڪان وڌيڪ سالن وارو عرصو سندس پرپور علمي ادبي خدمت وارو دور هو. سندس وفات جو سال معلوم ناهي، پر پائنجي ٿو تہ سنہ ١٨٨٠ع ڌاري يا ان ڪان ڪجهہ وقت اڳ وفات ڪيائين.

آخوند عبدالرحيم ”جواهر لغات سنڌي اڪيچار“ سنہ ١٨٥٠ع ڪان اڳ لکي. ان تصنيف وقت آخوند صاحب سنڌي الف- بي ۽ سنڌي صورتخطي بابت علمي لحاظ سان سوچيو ۽ ان سلسلي ۾ ڪي نوان رخ روشن ڪيا. هڪ تہ خالص سنڌي اچارن وارن اکرن مان ڪن ڪي ڪي نيون صورتون ڏنائين، ۽ پيو تہ الف- بي جي ترتيبوار سٽاءَ قائم ڪيائين جيڪا ”جواهر لغات“ جي مقدمي ۾ پڻ ڏنل آهي. تيون لفظن جي صورتخطي ڏانهن چڱو خاصو ڌيان ڏنائين. هن ”لغات“ جي هڪ خاص خوبي اها بہ آهي جو ان ۾ ڪراچي شهر ڪان ٻاهر هلنڊڙ عام سنڌي ٻوليءَ جا لفظ بہ شامل آهن. اهو انهيءَ ڪري جو مصنف پاڻ ٻهراڙي جو هو ۽ اتي جي عام رائج ٻولي ڪان واقف هو.

سنڌي لغات جي تصنيف ۽ تاليف جي تاريخ ۾ آخوند عبدالرحيم جي لکيل ”جواهر لغات سنڌي اڪيچار“ پهريون وڏو ڪارنامو آهي. ”جواهر لغات“ جي شروع ۾ آخوند صاحب جو لکيل مقدمو پڻ سنڌي نثر جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. هن لائق مصنف، خالص سنڌي اچارن وارن اکرن جي صورتن کي سنوارڻ ۽ سنڌي الف- بي جي شروع ڪان وٺي آخر تائين ترتيبوار سٽاءُ قائم ڪرڻ وارو جيڪو ڪارنامو سرانجام ڏنو، سو تاريخي لحاظ سان وڏي اهميت

وارو آهي. سندس الف- بي جي پٽي ۾ ڊاڪٽر اَرنِسٽ ٽُرمپ واري پٽي کي پيٽڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ ٽُرمپ جيڪي ڪجھہ حاصل ڪيو سو گهڻي حد تائين آخوند عبدالرحيم کان ئي حاصل ڪيو. ڪن جزوي تبديلين سان هن اها ئي الف- بي پنهنجي گرامر ۾ شاهہ جي رسالي لاءِ اختيار ڪئي. ڊاڪٽر ٽرمپ فقط ٻن اکرن کي، جن کي آخوند عبدالرحيم "ڳَ" ۾ "ڄ" لکيو هو، "نج" ۾ "نگ" صورتن ۾ ڪري لکيو، مگر ٻيا سڀ سنڌي اکر ساڳيا آخوند عبدالرحيم واري الف- بي جا ڪنيائين.

ڪتاب "هرگنيبي" جي مهاڳ ۾ آخوند صاحب سورهن عنوان ڇاڻايا، پر بعد ۾ هنن عنوانن واري مواد جي پويان چار قصا پڻ شامل ڪيائين: يعني قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو، قصو سسئي ۽ پنهون جو، قصو جمجمعا جو ۽ قصو ڪوا ۽ ٻلي جو. انهن مان قصو سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جو پوءِ جدا ڪيائين ۽ اهو جدا ڇپيو. ان جو يارهون ڇاپو سنہ ١٩٢٨ع ۾ شايع ٿيو جنهن تان ان کي اتاري لوڪ ادب سلسلي جي ڪتاب نمبر ٣٤ "مشهور سنڌي قصا: ٻاهريان قصا ۽ عشق داستان" ۾ شامل ڪيو ويو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ طرفان سنہ ١٩٦٣ع ۾ ڇپيو. ان کي هن ڪتاب ۾ شامل نہ ڪيو ويو آهي.

ٻيو تہ "هرگنيبي" ۾ شامل ڪافي بيت راقم کي لوڪ ادب تي تحقيق دوران سگهڙن کان مليا، خاص طرح انهن ڪڇرين ۾ جيڪي لس ٻيلي طرف ٿيون. اهي بيت

ٻيلاڻ جا ٻول، ڪتاب هر رنگ، سنڌي سينگار شاعري ۽ ٻين ڪتابن ۾ اچي چڪا آهن. ڪن بيتن جي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ آخوند عبدالرحيم اصل مواد ڪي ايڊٽ ڪيو ۽ پڻ ڪٿي مختصر ڪيائين ڪي سٿون يا بيت ڇڏي ڏنائين. باوجود انهيءَ جي گذريل اٺوينهين صدي ۾ آخوند عبدالرحيم هڪ ڄاڻو اديب ۽ محقق هو جنهن جدا جدا شاعرن جا بيت چونڊيا ۽ پڻ اڳين سگهڙن جا جوڙيل سنڌي قصا گڏ ڪيا ۽ انهن کي نئين سر مرتب ڪيو ۽ ڇاپايو.

٣ - آگسٽ ١٩٩٣ع ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
چيئرمين
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

# عمر مارئي

(۱)

ڪڙي هئي ڪوهہ تي، عمر ڏنائين
ويس وَرِتَ هٿِن مان، رَتو رُنائين
چڙهندي چپيائين، تہ چِنو سگ سرتيين.

(۲)

چڱ سپرايون سومرا، مَ ڪر زور زبان
هڪ ظل ذوالقَرنِ ڪيڏانهن ويو پيو جمجما سلطان
جنهين جا جهان ۾ ڦريا ٿي فرمان
تن نہ نيا پاڻ سين نغارا نيشان
هڪ عدل پيو احسان، ساڻ نيندين سومرا.

(۳)

چڱ سپرايون سومرا، مَ ڪر چائُت چِت
جهنگان آئي جهليين، مون هيڪلائي هِت
پچائيندئي پادشاهہ جمع ٿيندو جِت
نگهہ ڪر نرت، متان ڪاهل ٿيين قطار ۾.

(۴)

چڱ سَپرايون سومرا، عمر لڳ الله
تيم نہ تورا ڏينهڙا! ماڙي ڳاريم ماهہ
سڪ منهنجي ساءُ، مارو جي مس لهي!

(۵)

چڱ سپرايون سومرا، ظلم ڪِي مَ جٺي!
چڏي ويندئي پٽ ۾ مٿان لوڙهہ لٺي

وڃي رهندو نانوَ ڏٽي جو وسيلو وٽي
خبر هن ڪَٽيي، صحيح پوندئي سومرا.

(٦)

اسين پنهنور پن چَرا، عمر تون آهين
ساعت جي سهاڳ ۾ تو پاڻُ پلو پائيين
اوڇ اڏايو ماڙيون تو چمن چٽائين
ترس ڪر تنهن جو مٽان سپرَ جوَ سائين
اباٽي **احمد** چيي جمِ لوئي لڄائين
مٽان مٽائين، پريون پنهنوارن جون.

(٧)

پريون پنهنوارن جون، موران تان مَ مٽيج
پرِجَ پنهنجي پاتشہ! دانه دلاسا ڏيج
رِيتيون جي راڄن جون، قائم سي ڪريج
تنهين مَ ڏکهو ڏيج، جن ڪڇو ڪنين نہ سُئو.

(٨)

جن ڪڇو ڪنين نہ سُئو سَتين پُنين سينئن
آٽيو سي **احمد** چوي قيد وهارين ڪينئن
جيڻ ٿورا ڏينهن، ڪَرِ سَٽايون سومرا!

(٩)

ڪر سَٽايون سومرا، جيڻ نہ جانڪيتان
چوڙي چڏ عريب ڪي ڪدي ڪوتن مان
اُدو لاهہ **احمد** چئي ماروئڙن مٽان
نہ هي پڻ سرتين سان، وَجي ڏونرا
چوندي ڏيهہ ۾.

(١٠)

جي ڏونرا چوندين ڏيهہ ۾، تن ڏيئي مُکا ڏَس
آيا اباڻا اُکري، اڄ ويڙهيچا وَس
اُنهين ڏانهن **احمد** چوي، آهيم سِڪ سَرس
ماڙين گهاريان مسَ، بنان سانپين سومرا.

(١١)

بنان سانپين سومرا، ماڙي مونجهائو
ڪَنڌيون مون قبول ڪيون تنبو تنهنجا، تو
رهان ڊينگر ڊول سين، ڪريان ڪَتهڙن ڪوهہ؟
ڪهڙو ڪيم ڏوهہ؟ جيئن جَهنگان آڻيو جهليين.

(١٢)

جهنگان آڻيو جهليين وجهو زورآورَ زنجير
سگَ نہ ڪجن سومرا! ههڙي پت همير
سندا پاور پير، مون ڪي مارن ميڙيين.

(١٣)

پنهنجا ساريم سومرا، هو جي پهرن پٽ
پنهنوار
ڏکيا ڪاتيان ڏينهڙا، آءُ ويني اُنهيان ڏار
جيئن هِت سَهج ڪن تيون سومريون
هيرا بندڻيو هار
تيئن هُت پڪا پُوريون پادشاهہ اڄ پي
سرتيون ڪَن سينگار
جيئن هِت پٽ پٽيهر بانڌُٽيون بيا پي
جورا ئي جنسار

تيئن هُت لويون ڏويون سومرا، تيون ڪَن
ڪَتين منجهہ خُمار
جيئن هِت انب آمان ۽ آمريون ٻئا پيي باغ
چِگا بُلغار
تين هُت ڪبڙيون ڪاريون چاريون وٺ اباٹن آپار
جيئن هِت گُل ڦُل جايون جافران ٻئا پيي
داؤدي دلدار
تيئن هُت تِڙن تيون تاڪامريون ٻئا پيي
گولاڙا گلزار
جيئن هت گُل گلاب جا، ٻئا پيي ڪِڙيا ڪنٹهار
تيئن هُت ڦوگِ ڦلاريا ڦر سين اج پيي لعل ليار
جيئن هِت چوِنڪيون چمن چؤدرا ٻئا پيي
ماڙيون مَحل مُنار
تيئن هُت آڏن پيهيون تن ۾ ويهيون رهن
ڍِنگَهر جي ڍار
هِت ميان تو ڪئون وير وڏا هئا جن تي ڪيا
ڪوٽن منجهہ قرار
سي سڀ مري ويڙا گِبري،هيءَ جوڙ ڇڏي جنسار
اگِيان قبر پڇنديئي خبر هي حقيقت هيڪار
لَتيندَيئي لَتَ ڇڏيندين ڪَٺ سڻ ميان
سومرا سردار
هُوءَ تان پُسيءَ تي پَتن ۾ تا وِهسن وير وتار
سَت رچي مئون سومرا پلو! ٻُجهن چو ٻڪرار
اُدي سندي اُن ڪي پيئي ڪانہ پچار

سي عمر سب آجا كر دلاسي ذرار
جن جا اهڙا ئي آچار، تن كي كڍ تون قيد
كبير شاهه چوي.

(١۴)

كَرَهي كَرَهي سومرا كوهه آنديئي كَرَهي
وَرَهي وَرَهي مَعلمِ پانهنجا تو ساهه سكي وَرَهي
نرهي نرهي ناناڻن ري كن كم نہ كي نر هي
پانئي ٿي بر هي، منجهه كوتن كبير شاه چوي.

(١٥)

جام پريو جَل جو، تو مون ڏين مامَ وجهيو مِصري
تُنهنجا صاحب سومرا، تو من پائي مصري
جي هُين ويڙهه وڙهڻ جي تہ آيا كٽي
ماروئڙا مصري
ماروئڙا مصري، كائِين كين كٽي چوي.

(١٦)

رَهن ويچارا وٽ ۾ عمر تَل واريون
خاشون پليون كِين كي تنِ كي تلواريون
عمر تلواريون، ناهِن مارن وٽ ملير ۾.

(١٧)

عمر ساماٽي، ہر ور وَني هكڙي
جي اِهائي ڳالهڙي تہ عمر ساماٽي
عمرَ ساماٽي تڏهن اَن نہ مئين آجڙي.

(١٨)

وَرَن ور سي، سي وَرن پاس سُكاوليون

سي تـنـهـيـن كي سـيوَتـيـون، سيوَ تـنـهـيـن كي سـي
جنـهـن جون كـرڙيون قـوت كـبـيـر شاهه چوي سا
طامـن كـيـئن تـرسـي
اها مُنج مـوتـائي ماڙ ڏون جا آنـديـئي كـوهه
تـان خان كـسـي
سا مَر ساهـيـڙيـن سان وڃي وينگس ۾ ورسـي
چيـلا چوڙي چيـك چڏي ور ڦوڳن ۾ ڦر سـي
سا مَر راڃا راڄ رَسي، وڃي ٿئي سنمك ساهيڙين سين.

(١٩)

وِهان ٻاجهـون ويڙهه ۾ انهـيـن ري آن كـا؟
جيئن هُت سرتـيـون كائـن سـومـرا پـيـرون پـٽ پـكـا
هِت مـيان تـو كئون ويـر وڏا هـئـا، جن تي كـيا كـوٽن ۾
كڙكـا
اُهي سـپ لحظي منجهه لنگـهي ويـا، جـن تي ساهُن كـيـا
سَڙكـا
تان هت كنهين كي نه ڏنا تي، تو گـهـا هيئن دَرِ پُجو دڙكـا
سُرت پوئي ساكِيا، جيئـن مـوكـل ڏيين تـه مـٽـين مـڙان.

(٢٠)

سنهڻون لڏمر سومرا سڻ تان خواب خوشي مان كـيـنـئـن
چان كـر وييس ويڙهه ۾، اتـي اُنمر مارن مينهـن
اُهي ماڱ ملـيـر جا، اُهي ڏوٿـن سَنـدا ڏيـنـهـن
تـان اتـهـيـن احـمـد شـاهه چوي، تنهين دمر جاڳيس تينئـن
كي نه سُتـي ٿـئـي سـومرا، هينئن ننڌَر نـيـَر ۾ نيـنـهـن
”كُلُ مَن عَلَيـهَا فَـانِ“ تـون پُليين پـورا كـيـنـن

سرتن مون کي ڇينهن! موکل ڏي تہ مِٿين مڙان.

(٢١)

عمر اوني آئيو کو هُتي جو هتِ
* هک کڙايس کونيين، ٻيو جهليس پيڙي پت
هاٿي سومرا سُپت، کر تہ کوٺين مؤن نِڪران.

(٢٢)

مُکس ڏانهن ملير، ڏون سنيهڙا سرتيين
آمان ليمان کيوڙا ايڏي آهن انجير
چانور کايو چُورمان جيکس هِرئيين ساڻ همير
کنڍا قوت کريڙ، هي تر ويڙهء وَسرِي.

(٢٣)

تان چي چانور جي چکِن، ڏجن ڏوراپا تن کي
هکڙا کانا کرائن ۾، ٻيون کيون بيداديون بُکَنِ
سرتن جا سرير ۾ تا دونهان روز دُکن
هي ڏکي منجهہ ڏکن، آئين تِيون سخت سنيها
چائيو.

(٢٤)

مليريان ڏار، کِين جينديس جيڏيون
ساڏوين جي سَڏ مران، ڏنگا جنهين ڏار
ڏني مون ڏينهن تيا، پت پهريا پنهنوار

---

*تنهن سڏيون سنگهارَن جون چيرن چگّيءَ پَتِ
گهارِيَم گهٽا ڏينهڙا جيئن ماڙين منجهايم مَتِ
جئن کَڙايَم کونيين تئن جهليم پيڙي پتِ
هک ماڙي ڳاريم مانه ٻيو پيڙي جهليم پتِ

ويڙهيون وڻ ولهار، ساريم سانيپڙن جا.

(٢٥)

مارن جي مذڪور جي سُڌ نـ سومرين
جيلانه سؤنچو نـ آهن سرير ۾ تيلانه ٿيون
البيليون اُٺن
سَنُرَ سي سکن، جن کي ويڙهيچو وجود ۾.

(٢٦)

مارو رهن مني، ڪوَڙي رهن نـ ڪڏهين
تن عمر! اباڻن کي تيڙم ڏينهن ڏني
اُنهين ساڻ اُني، شل وطن ۾ وَس چران.

(٢٧)

نيرا ۽ ميرا ، مائت منهنجا سومرا
اُتيو ڏين اَسُر جو پٽن تي پيرا
پرهـ جا پيرا ، شل ڏسان ڏاڏاڻن جا.

(٢٨)

اڄ نـ حوضين هُوءِ، مَنَهن ماروئڙن جا
اڳي ايندا ها آب تي، ڪَليون ڪنيو سر ڪوهـ
جيڪُس منجهؤن جوءِ، ويا ماروئڙا ٿر اُڪرِي.

(٢٩)

اڄ نـ حوضين هاڻ، مَنَهن ماروئڙن جا
لڏي گهرنئي ساڻ، ويا ماروئڙا ٿر اُڪرِي.

(٣٠)

هن مند مارو سنرا، وَنهيان ٿيَن وٿاڻ
اُهَي پيٽيون ۽ پاڻ، اڄي مارن موٽي اَڏيا.

(٣١)

تـــر أُنـــا تـــاذل تـــي، أُنـــا مـيـنـهـن ڳڙا
پـويـاڙيءَ پـتـن تـي حـپـانـگاريـن چڙا
لاهـيـن ڪُـرف ڪـڙا، تہ مِلان مارولڙن ڪي.

(٣٢)

زيـريـون ۽ زنـجـيـر، گـچـيءَ ڳانـا لـوهہ جا
چاري چَوڪـي تـن ۾ واهـپ ڪـن وزيـر
مارو مـنجهہ مـلير، مون سان هِتي هـينئن ٿـيو.

(٣٣)

جيـڪـي جـنجيرن، مـون سـان ڪـيـو بـنـد ۾
سا جي ڪـريـان ڳالهڙي وجي ويڙهـيچن
تہ نِير نـانـهـن ٿـيـن، ڪَسُ نہ لڳي ڪونِـيـن.

(٣٤)

”قـيـدُ الـمَاءَ“ ٿيـوم، ٿي هِت اٿانگي گهاريان
”هُوَ نائـڪ جسمي فَهُو لَدَيکَ“ هنيون هُتِ سندوم
قــادر شـال ڪـنـدومِ، سـان مـيـڙائو مـارئين.

(٣٥)

جـهـڙو قـيـدالـمـاء، تـهـڙو بـنـد نـہ ڪـو بـئـو
”جف القلم بِمَا هُو كائِن“ لهي نہ ترتِياء
هـاٿـي عـمـر تـو هـٿـاء، ٿـئـي آجـاٿـي آجـڙيـين

(٣٦)

جـڏهـن ”ڪـن فـيـڪـون“ مَنُ تـڏهـانـڪـي مـارئين
تـون ڪـيـئـن وجهـين تـن ڪِي سـومـرا شَـڪـون
اهـي هـمـيـرن هَـڪُـون، جاڙ جُسي ڪي پاتيون.

(٣٧)

سبي سيبا ڏي، نيگھہ لوئيَ ڪَڇُئي
ڪَنَّيءَ وٺون ڪُٿيون سَتي سيڙي سي
متان چونمر ڪي، تہ لڄاُئي ٿر ڄائيون.

(٣٨)

تُنبي تُنبي ڪالهہ، ڪَتيمر جا هٿن سين
سا ڪيئن لوئي لاهيان متان لڳن لال
ملان مارو شال، وجي ڏهيون ڏيڪاريان ڏيهہ ۾.

(٣٩)

عمر اوني آئيو، مليران ماڙهو
وريو وَهارُو، هاٺي سي هيٺا ٿيا.

(٤٠)

عمر اوني آئيو، آنڌائيين اهڃاڻَ
ماروئڙن مليرم ۾ وڃي ڪئا وٺاڻ
اُستُ جنين جو آذقو سي پريو پين پاڻ
سومري سُڃاڻ، لاٿن بند بجار چوئي.

(٤١)

پانڌي چئج پرَ ڪي، زور هٽي زانا
تہ هڪڙا پَيڪَڙا پيرن ۾، بئا ڪرائن ڪانا
آن ريَ امانا، تي گھنگھر گھاريان ڏينهڙا.

(٤٢)

پانڌي پرينءَ پهنور جا، جان ٿو وَڃين وس
ساري ڏيج سنيهڙا منهنجا سرتين کي سرس
آئون اوهان جي آهيان گولي مٿي گس

ايـذي جي اچڻ جا ويـنـي كـريـان وس
ماڙيـن گهاريان مس، كـونِين كَيَسِ كاهِري.

(٤٣)

پانـذي پـربـنء پنوَهـر كي، چيم تـيـئن چئيج
سندا سنگـت ڏيـنـهـڙا، ور م وسـاريـج
كـونـيـن كُـني آهـيـان، سگـهـي سار لهـيِج
مُـتْ مانـذاٽي منجيج، جان نيرَ منجهـ نئون كريان.

(٤٤)

تـر ٿـوهـر گـهـر جـهـوپـڙا، پـارڻ جـنـيـن پـوهَ
اتـا مـيـنـهـن مـلـيـر ۾، ٿـهـكـڻ لـڳـا ٿـوهَ
رَات مـهـيـنـجـي روحَ، سُـتـي سـجـڻ ساريا.

(٤٥)

سـهـٽـو لـذم سـومـرا، لـوئـيء ۾ لـيـٽـي
مَنذي پـايـو مـَت ۾، جـڻ ولـوڙيـان ويـنـي
پَكن آئـون پيـنِـي، ٿيون كيرون ڏيـنـم جيڏيون.

(٤٦)

سـهـٽـو لـذم سومرا، كـٿـيء ۾ خاصـو
چان كـر وييـس ويڙ ۾، ٿـيـو تـڙ تـڙ تماشو
واريان جان پاسو، تان منهنجو جيءُ جنجيرن ۾.



# پنهون سسئي

(١)

پـُت كــونــيــو پــانـهن جا آڻــي ڻــو آري
اچي تنهن اوطاق تي ڻي كـوڏئون كـچهـاري
تہ پـنهـون نـہ آنـدو َ پاڻ سان، هـو جـو آن جـو اوجاري
سو وجي ڻيو ڏورانهين ڏيهہ تي كـامـل قراري
تہ اوهـيـن آڻـيـو پائـرا ، پاءُ كي وبهـو مَ وبساري
تـڏهن هي تـنـهـن دم تـيـار ڻـيا پـري اٺ بـاري
سـي هَـولـيـا هـوت هـُوانـِي جـُڙيـا جـنـسـاري
تـن سـين تَكا تـوڏا تـكـڙا ، هـا مـيـا گهـٽـا مَهاري
هـلـيـا پَڙ پَنـبـور ڏي، كـري سـنـجـهـي سـواري
آيــا مــيـر مــلــك ۾ عــاقــل اختـيـاري
تـن پـچا كـري پَريتِ جي وجي خَوش ڻي كـيـنـكاري
هـن پـي چـگـي جاءِ جتن لئي كـي تـنـهن دم تـيـاري
سا پاكـر پايو پـاون كـي، ڻــي زور كـري زاري
تہ هـن جـو سـاٺ سـلامـت آئـيـو، شـل ڏورئـون ڏيساري
كا مَنِ كـيـچـيـڙن كـي شـل هُـئـي مُورئون موچاري
تـان مـدي ڏيرن مـن ۾، ڻـا گـهـمـن چوڏاري چاري
هـيءَ پـي سُـتـي وجي سـيـج تـي سـاجـهـر سـواري
هي پـي لَهِي سَجـهـہ سنجهي لڏئا، هـئا شـكـرا شـكـاري
تــن آڏيءَ رات انــن جـي، كـٽـي واكَ پـَري واري
هـيءَ جـان صـبـح جـاڳـي سـسـئـي اُڻــي آسـاري
تان هُنَ جو پرِين نہ آهہ پلنگ تي، هو جو ساجن سچاري

سا ٿي پٽي پار پرت ڪٽي، ڪنهن هوت ڏنو هاري
هيري لال جنوهر سان هئي سهجون سينگاري
سي سپ پٽيَ تي پرزا ڪري بانپڻ باڪاري
ڪيڏانهن سي ڪيچي وئا، جن باھ برھ ٻاري
سر پر سمجهم ڪينڪي سندين سا ساري
نہ تہ هوند جاڳيس پاس جتن جي، ڪيم نہ قراري
تان چپي ڙي ڪيئي نہ ڪبيرشاھ چئي هي هي هشياري
سا رُلي پوءِ رندن تي، جا ٿئي ور جي ويساري
رکان نہ رتي جيتري آءُ ڪا متن مياري
آنهيان پورهيت جام پنهون جي، جو ساجن ستاري
هن جو انگ اڳيئي ان پر هو، قلم ايئن ڪاري
نا تہ ان بانپڻ هو بروچ ڪٽي لکيي لاچاري
پوء مادر آءُ ماري، پينر گهائي گهاو بروچ جي.

(۲)

جان مان جاڳي ڙي، تان اٺ نہ اوطاقن تي
هويس هوت پنهون سين، پنهجي ورسين واڳي ڙي
هاڻي ٿيا سرتيون سور فراق جا، آهي هي دل داڳي ڙي
سا پينر ڪينئن پنيور سگهان، تن ريءَ تاڳي ڙي
تي کهنديس ڪيچ ڪبيرشاھ چوي، تن لکن لاڳي ڙي
سو ور ساڳي ڙي، ڏسان تہ ڏاهي ٿيان.

(۳)

جان مان جاڳي جيڏيون، نہ هوءَ وئا لڪ لاڏي ڙي!
اِهي پَهَسَ پنهون وئا پلنگن تان اهي سرتيون ساڏي ڙي.
سي اديون احمد شاھ چوي، منهنجا ڪرهل ڪا ڏي ڙي!

ڪا ڏس ڏيرن جو مان کي هاڻ ما ڏي ڙي!
آن پي وينڊي ڏيھ وڻڪار ڏي، آهي هو جت جا ڏي ڙي!
هيءُ تَڙُ تاڏي ڙي! تو تنهن رند راهه رِڙهي هنيون.

(۴)

ڪجهہ وھ ڪرهن تي ڪري آيا، ڪيچ منجهان ڪيچي
مان پي سيج ستي هئي گهر سرتيون پنهون سين پيچي
تان هُوءِ ريچ ڪري ريچڙي، وِچيئن رات ونـي وئا.

(۵)

تان چي ڙي هُوءِ جي لائن پيچ پريت جو، ان کي ڪيئن آرام
چا ڪون چوري چو سُتئنَ جاٽي ڏاران جام
هاٽي ڪيَنُ نہ موگي ڪاءُ تون، هتي تن توڏنِ ڏاران طام
جڙي جُنبي وج جَام، راهه رمي رند روهہ ڏي.

(٦)

هوءَ جي لائن پيچ پريت جو، سي تان هيرُ نہ نيڻ ننڊرينِ
تون سُر مَ پُر ساجهر وِئا پڳ ڪٽي پب پُچِينِ
هوءِ رَهہَ راهي ٿيا روهہ ڏي، تون پي رَهہ مَ، راهه وِنينِ
اِهَڙي پَهہ پچينِ، راههَ رَمي رندَ روههَ ۾.

(٧)

سا ڪَڙهي ڪُوڪي ڪَههَ ۾، رِڙهي رَههَ روڏن
ڪَڏي پار پنهون لئي، تنوارئو توڏن
پَجي پير پَرِٽ جا، ٿڪايا ٿوڏن
ڏنُيسِ سختيون سيد چوي، چپر جي چوڏن
گَهڙي گَسَ گوڏنِ، ڪري سُڏڪيون سڏڙا.

مــتـان مُگــتِ، مير چوي، اچي پَونرن پيل پري
خبر ڏِئـون کريَ، ڪا ڪل سامي ڪاڪ جي.

(۹)

ڪـا ڪَل ڏئـون ڪاپــڙي، سـامي ڪاڪ سندا
تـان چي راٺـا ڳالـهيـون راوَ تـُنهـيـن سيـن واتـين وڻ ڪـنـدا
ڪوَٽن وانگي ڪيل انـهي جـا پــڙلا پيا پوندا
اڳيان مَلهہ مـيـدان ۾ جي عـاقــل ٿي ايـنـدا
مومـل اکيون مـيـر چئي، ثابـت سـي پـسـنـدا
ان ڪي چاڪ پيا چڪندا، من ۾ روز مجاز جا.

(۱۰)

مُومـل جـي مـجـاز جــي لڳي جـن لـُڙي
سي سـڀ راٺـا راوَ هـمير هئا، تـن مان موتـيو ڪونہ مُڙي
ڪِي ٿي ات ڪوڏڻ چئـي، جهـونـجهـارن جُهڙي
سي لـوڊيـاٺـا لـُڙهي، پـاٺــان پــراهـون ويا.

(۱۱)

جوڳي ٿي جرڪيـو، سـامي سونَ ڪنان سـَؤ وار
رتـا راول ڪـپـڙا، گـَهـٽـيـن پـَريَـن گـلـزار
هڪڙو پوترڙو پاٽي جو، پيو مـَنهن مُگت موچار
اتي الـهـنـو چئـي، گـڏيـس مـرد مـتـار
تنهن ڪي پاڻ پڇايـو پاتشاهہ سـومري سردار:
ڪـئـان ڪـڪـوريـن ڪاپڙي خاڪي خبردار
رڪَي چِت چيـتـار، ڳـٽي ٻـڏايـو ڳالـهـڙي.

(۱۲)

جـوڳيءَ ڪـان جَباب، پــڇـائـــون پــاٽـيءَ جو

نانگي نيل پـَرتئو، منجهان اوئيءَ آب
روءِ شبيه **شيرخان** چوي، جهڙي شرط شراب
طرح ڏسندي تاب، لرزو لوڏين کي پيو.

(١٣)

راڻا اهو نہ رت، آ ڪَڪو پاڻي ڪاڪ جو
سوڍاَ آه شربت، نسورو نينهن گاڏئون.

(١۴)

ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، لايائون لالي
ڪري ڪيپ ڪماريا، مَئي پي موالي
وتن وصالي، لوڍياڻي لوڏي ٿيا.

(١٥)

لوڍياڻي لوڏي ٿيا، وتن منجهہ وصال
اَرَتو اڄ اکين ۾، ڪاڪ پيتائون ڪالهہ
ويئي ويچارن وسري، صَبوح جي سنڀال
پهرينئن پاسي ٿيا اهي مامويَن مثال
جانب جي جمال، رنگي پسڻ ريتو ڪيو.

(١٦)

رنگي پسڻ ريتو ڪيا، ڪين اُپاتيا اوء
ڪنپ نہ ڪاري تنهن ڪي، جو رنگ هالاري هوء
توڙي ڏوبي ڌوءِ، تہ بہ لالي تنهين نہ لهي.

(١٧)

تهڙيون سالون مٿن سائيون جهڙا پانن پن
مکيائون مشڪ مان، چوٽا ساڻ چندن
سونهن ربي سون سين، تن ڪامڻ جا ڪن

(٨)

ڪري سڏڪيون سڏ، ڪارڻ ڪانڌ ڪَهن ۾
هوءِ توڏا وئا تي تڪڙا، تن لِک نہ لاتي لڏ
هن پاڻ پٽون ڪيو پر لئي، هٽيو هاڙهي هڏ
چئي مر ٽپر ٽڪر تي ٽڪرين، گوڏا گوڏن گڏ
تنهن پانيو ڪونہ برهہ ڪان، تہ ڪو اڳيان ڪاڏو ڪڏ
ڪيئن جيئن اصل عشقوَنديِن جي آهي اِي اڳڏ
تڏهن قرب ڪيچي ڪي پيو سو اچي مليس آڏو اَڏ
هُئِي هَڏ ڏِسِ نہَ واقف ڏڏ، پر ڪو تيڙو فضل فقير سين.

(٩)

پَٽون باندر پولٽڙا، جت ريچَ رانگَڻ رڻَ رَڪَ
بانيپَ بلاڙيون نانگ نَيُنَ ۾ لُڪون جهولاَ جهَڪ
شينهن سَوين شرَ ڪيترا، ڪن تڙون تالان تَڪ
پلنگ شهہ گوش پٽن ۾، وجهن چٽا چيتا چَڪ
تَنِ ماري منڌ مرُن ڪي دپيون ڏوبڻ ڏڪ
بَچِي بَرڪت بلائن ڪان هئِي، ڪي پڙهي ورد وَرق
سا پَهڻ پَٽيون پب پيچرا، ويئي لنگهي لحظَي لَڪ
اها جَهلي هوتُ هٿن ۾ ويئي، پِريت پَهَسَ پَلڪَ
سا ملي پنهنجي حق، وَجِي ڪامڻ ڪبير شاهہ چوي.

(١٠)

پَٽيون پَٽ پَٽيون، تي پَٽيون، پَٽن ڪي پَٽ ڪري
سَٽيون سَٽڪي سَٽ ۾ ڪَٽي سور ڪٽيون
هَٽيون هَٽڪي ڪينِ ڪي، وٽي ورهہَ وَٽيون
سا مَٽيون چَٽيون مرُنِ ڪي، وِجهي ڳَلِ ڳَٽيُون

تنهن تان ڪکر ڇانوَ ڪبيرشاه ڇوي، اڇي ٻڏيون ڇڻ ڇٽيون
اها جَهت ۾ هوت جهٽيون، اڇي ڪٽيون ڪلنڊي
ڪَٽَ ڏي.

(۱۱)

ماڙُهن ڪيس مناهه، ته وڄ مَ هاڙهي هيڪلي
اڳيان بدو بچڙا، آهن مٿي رهه زن راهه
هو تان بي ننگا بلوچ ٿيا، جيڪي نه ڳهيا منجهه ڳاهه
پيين نه پيروشاهه چوي، سندي ننگ نگاهه
اوهين تان دل لايو داناهه، ته ڪيچن ڳالهه ڪچي ڪئي.

(۱۲)

ڪامڻ ڪوهيارن ڪي، ڪيئن چوبن ڪَسُ ڙي
ڪارڻ ڪانڌ ڪبيرشاهه چوي، ويهه مَ، ڪر وَسُ ڙي
سنبري ساجهر ساٿين ڪي تون راهه رَمي رَسُ ڙي
رند پنڌ روڏن جي رڙهي، ٿي گورن جي گس ڙي
اڳيان آرياٽن جي، تون پَٽي پُري پَسُ ڙي
جن جي جات سَڄي جَسُ ڙي، تن آءُ ڪيچن ڪوهه ڇوان؟

(۱۳)

ڪيچن آءُ نه ڪَڙي، پر ڪنهن ڏُجهڻ ڏاوڻ ڇوڙيا
جو لالڻ آئيو متان لڪ لڙي
ڪنديس ڪانه ڪڙي، محبت محبوبن سين.

(۱۴)

ور ري ورنديس ڪين ڪي اوهين ساهيڙيون سمجهو!
هلو، تان هاٺي هلو، متان موڳيون پوءِ مُنجهو
سي سي ميٺيندو مون پرين، جيڪا ڪِندي ڏک ڏنجهو

ڪوهيارل **ڪبيرشاهه** چوي ڳوليو ٿئي نہ ڳُجهو
اَٿوَ هوت اُجهو، ويندي گَڏبَوَ وات ۾.

(١٥)

وَر ري ورنديس ڪين ڪَي، اوهين ڳالهايو ڳالهيون
جي هُئيوَ هامر هلڻ جي، تہ چڙهيو بهتانا باليون
هن مُنهنجي سگڻ مقابل سرتيون، آهيو سڀ ساڄن جون ساليون
جيڪا تِي پَري پير پنهونءَ ڏانهن، تِنهن جون آهن
پلايون پاليون
اڳيان صاحِبَ سنياليون، تَو سيني جي سامَ ڪٽي.

(١٦)

وَر ري ورنديس ڪين ڪي، اوهين وَرپتيون تہ وَرو
جيڏيون هِن جبل جو، تانگهيندِيَس ترو
دوس دُکائي هليو، ڪورو منجهہ ڪرو
گولِي تي **گل محمد** چوي، واحد لَڳ ورو
صاحب ڪِج شَرو، ڪميٽيءَ جو ڪيچ وِڃي.

(١٧)

ڪاڪيون ڙي ڪا ڪن، جيئن هِي نين نماڻي پاڻ سان
جنهن کي هڪڙا چاڪ چاڪن تي، ٻئا چاڪ مٿي چاڪن
سا ڏکيون ڏاکڻ تَي چڙهي ڏي ڏاک مٿي ڏاکن
تنهن کي چيپون ٿاڪن، جنهن جو پيوند جام پنهونءَ سين.

(١٨)

آڏ ترا تئا آهُرا، سوَ ڏونگر کي ڏاڪا
پِران ڪين بلوچ رَي اديون ڙِي آن ڪا
منهنجي پوي مانَ پنهُون کي، ڪوڪ وِجي ڪن ڪا

مون تي وسُ ڪرڻ واڪا، اڳيان ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو.

(١٩)

ڪاجا ڪوڪ ڪياس، جوش منجهان جبلات ۾
ڪندي پنڌ پهاڙ ڏي، اهڙا پور پياس
سي سڌ سڄيڏنو چوي، سائين سڀ سئاس
گوندر غم گياس، اچي محب ڳڌيس مُهبار ۾.

(٢٠)

ٻاروچا ٻئا گهٽا، منهنجو ساه پنهون سين سڄُ
پسي عين عجيب جا ماڳ اجهامي مڄ
تون وَرَ وري اچ، ڪوهياراَ ڪيچ ڏٽي.

(٢١)

ٻاروچا ٻئا گهٽان، مُنهنجو اٿل آرياٽي
ٽڪي ڪي ٽرن ۾ پهچائي پاٽي
هيءَ جا ونڌ ر وڪاٽي، تنهن ڪي رهبر رسج راهه ۾.

(٢٢)

ٻاروچا ٻئا گهٽا، پر هھڙو ڪو نہ ٽيو
عزت ياران اڳرو، روشن رب ڪئو
ڏنن ڏپ ويو، ٽيو وسيلو وٽراهہ ۾.

(٢٣)

پنهون! پاڻ سڄاڻ، مون ڪي ڇڏ مَ ڇپرين
آن ڪُڙم مان ڪڙي ٽي سنگ تنهنجي ساڻ
پٿون ڪنديس پاڻ، ناتہ ڪميٽي ڪيچ نيو.

(٢٤)

آڏو آريءَ جام جي، جبل جيڏوئي
ونئي وَرَ وات ٽيا بلوچ بروهي

رُڃن ۾ روئـي، پـهـچان شـال پـنـهـون کـي.

(٢٥)

پـنـهـون کـارڻ پـبـ ۾ مـرُ مـتـا ڏيـئـيِ
تـہ سرتـيـون سـپـيـئـي، واکـاٽـيـنـئـي ويـنـيـون.

(٢٦)

جڏهن "ڪُن فَيڪُونَ"، تڏهن نيو آرياٽي ارواحُ
اَنگُ اڳيئـي اَنگـيـو: مـنـجـهـان مـيـثـاقـاهـ
"مَن طَلَبَ شَيئاً جِد و جَد" ائين اُتو علي شاهہ
اجان اِن حديـث جو مـون آسـرو آهـ
پنهـون جي پيـزار تـان ڪـيـم مـوت مـباحَ
چِلي پـيـس چپـّريـن، جـيـڏيـون دعـا ڪـجـاهـ
جي مـون وجي ساهـ: تان مَن مِهٽي ميٺِ ٿئي.

(٢٧)

پنڌ ڪريندي پر ڏان، ڪِجن ڪي ڪوٽيون
باريـنـديـس بروچ لئي، بَـريـن بـاهـوٽيون
پاهڻ تن ڪي پٽ ٿئي، جي لئي لعلڻ لوٽيون
بانيڻ ٿئي بوٽيون، تہ مرڪينِس ڪتنا ڪيچ جا.

(٢٨)

وَرَ رِي ورنديس ڪين ڪِي، سُٽيَوَ ساهيڙيون سَنگيون
هاڙهي سي هلنديون، جي ڪيون نيـنهن ننگيون
مون ڪي برهہ بلوچ جي، وِڏيون ويتر پاڻَ وَنگيون
جبل ساڻ جنگيون، ڪنديس ڪوهياري لئي.

(٢٩)

ڪوهيارل ڪباب، سهـجان ڪيس سرتيون

وِڏي جنهن وِناڻ ڪِيو، سنڌمُ روحُ رَبابُ
”تونهين تونهين“ تن ۾، پيو جيءَ وٺ نہ آهہ جباب
تو ڪَنِ هوتَ حسابُ، تو هِي ڪان توهہُ ٿئي.

(٣٠)

جيهر جاڳيئن جندُ مُون، تہ هوند نہ پيئيءَ هڏ
روان ٿي وَيک تون اُٿي سبنبر سجت چڏ
هيجَؤن پنهنجي هوت ڪي چڙهِي سُميربن سڏ
ڏرُ ڪيمَ ڏڏ، ايندو ڪرهُ ورائي ڪانڌُ تو.

(٣١)

نيٽين نندِ مَ هير، جاڳُ تہ جانب ڪي ملين
پيج پنپور ڦتوڪر پوري توڪي ڪم ايندا هت ڪير
بندُ ڪَمِ ڪَهہُ گام ڪشي پُر پنينين پئو پير
ورمج ڪِي مَ ويهي ڪِٿ ويجهي دَمَ مَ دمج ڊير
ڙي ڪامڻ ڪبير شاهہ چوي ڪنهن پالِ بلوچن پير
ٿي تنهن ساجن ساڻ سُمير، جنهن جهڙو ڪونهي
جڳ ۾.

(٣٢)

نيٽين نندِ مَ اور، جاڳُ تہ جانب ڪي ملين
ڪامڻ ڪبير شاهہ چوي ڪڻ نيزو برهہ پنپور
نينهن سندي هڻ نوبت نِرمل گهرُ متان پيءَ گهوڙ
پير برهہ ڪر چيز چپر ۾ واجي هوت وَروڙ
ڏُڪڙ دَمامان واٽ وجائج سات پنيءَ سهہ زور
سرمنڊلُ ڪڻ ساز صبرُ جنو ويهہ مُ ڪي تَڪ تور
چنگُ چگِيان هڻ نُقرو نوڙت هرج نہ پونيئن هور

سُر سنتار اگهورِ، چور تہ چانگن کي ملين.

(۳۳)

نيٽين ننڊ وسار، جاڳ تہ جانب کي ملين
کانہ رسي ٿي کهہ ۾ کامڻ کا گونگن کي گينوار
جوڳڻ ٿيءُ جتن ليءَ ٻانيڻ پرت پُري پيءَ پار
چت کي چوتو چاڙهہ چتائي واڳ وني ور وار
کمِر کُلا با سبُ صبر جا هادي حمد ٻنيار
گوندر جي ڏِکَ گودڙي توکل تُنبي ڏار
درد سنَدا هَڻ ڏاڳا تنهن ۾ قلب کُهي من مار
سور سڳا، کر سيلهيون سک جون، هل تون
هاڙي هوت نهار
ڏک سندو کر ڏنڊ کُلهي تي، پڙهہ تون مالها مٽيو مٽيار
کُنڙَکَن ۾ وجهہ ورهہ جا، پَت پنهون سين پار
مُنگَت متي ٻڌُ موڙ مرڻ جا اَزل کنان اڳ وار
فِکر فِراق سنديِ کا کوڙج کلنگي منجهہ کپار
محبت جي هڻ مرلي موَسين، اهي سپ ساج سينڱار
عشق سندو کڻ برتڻ پوري نينهن پہ کِري نروار
وجهہ پيپوت برهہ جو بَر ۾ هل تون ٿيج هشار
ووءِ ووءِ کيِج وٽن ۾ وانکي غم سين ڏينهن گذار
روز رفيقي رهبر رڻ ۾ چست چڱا کڻ چار
پر پوري زهج پنجن سين، آيا تيهہ مَ تار
الف گڏي پڙهہ ميم موافق اي تون سبق سچار
گهرج حليمي هوت کنان کٽي دان منجهان دربار
تينڌُئي قلب قرار، گڏبئي کيچي کبيرشاهہ چوي.

(٣٤)

سا هورِي ڪيلي هوت لئي، رند راه پيلي روئي
ڪنهن اُتو تـوڪي ڪـامـٽـي، تُنهنجو پيءُ چليو پَر جوئي
ڪِري ڪُري پَر ڪوئي، ڪنهن ماري مونجهہ مُهيم جي.

(٣٥)

چاهون چايو چين، ٿي ساهيو پڌي سندرا
ڪاف لنگهيندي ڪيترا، سا ٿَڪي تا ٿِڙي نہ
هوري هوت پنهون لئي، ماڙي ڪي مسڪين
هئي سَڳي ڪين سندين، پر ڪي پيڙس پيچ پريت جا.

(٣٦)

ڪرڙا ڏونگر ڪهہ گهٽي، ونگا واٽن ور
هل ملنديـنئن هوت، ڪي ٿڪي پس مَ ٿر
ڪانڌ پيچي ٿو ڪوهہ ۾ ڪميٽي تو ڪر
لهندءِ هول هَترَ، گڏبـئي جت **جمال** چئي.

(٣٧)

هو ساجهر سورج ڪان نڳيا، نڪري ٿيا نرگس
خيري ڏير نہ، خام هئا، پئا هيٺيءَ ساڻ هنبس
نافرمان نہ نهاري، واگهہ چڙي وئا وس
ڪَچنار نہ نئائون ڪامٽي، تئا جت جنگي بي جس
تُڪمان تير تَتيءَ ڪي، چُپَڻ تئا چوڏس
سا جاءِ پَسي جلي گهٽو، ڏاهہ پُري تنهن ڏس
عشق پيچ اٽس، جانب ساڻ **جلال** چوي.

(٣٨)

ڪرڙي سور قريب جي، بُورَ ڪِئي بي حال

ڪُمَيت آيا ڏير هئا ، جن ڪيڙس جند زوال
سا گرڙي ٽِڪي ڪِين ڪي، مشڪي ٽيس محال
سا چينُو پڌيو چيلهه سين، ڪري سڌ سوال
جيئن سرخي سڪ جي، تيئن مجي پلايون پال
نِيري حب هِوت ڏي، ڪاري ڪي نہ ڪنگالَ
اَبلق پسي نہ ڏرِي، ٽِيس نہ جوڳ جنجال
ڏنس سمند سچائي مَونِ، ڪو سُجن ۾ سڪ پال
اهو محب مليس مَتوال، ڪُڙ مؤن ڪبيرشاهہ چوي.

(۳۹)

اَڌر نڌَر ايري، سڌر ڪي سردار
هئي ڏارِي ساري ڏيهہ جي، ڪنهن نہ ڪميٽي ڪار
جُتنيءَ جوڙ نہ سَچِٽين ڪا پارياٽي پئزار
جڌهن گڏيس ڪانڌ ڪبيرشاهہ چوي تڌهن
نريس نيٽين ٺار
مڙيئي معذور جا سي ڪاڄ ڪئا ڪلتار
ڪاجا ڪوڪ ڪنن تي پيبس گولِيءَ جي گفتار
تنهن ڪي آرياٽي اڳوار، اچي محب رسيو مهبار ۾.

(۴۰)

اڌر نڌر ايري هئي هڌيئي هيٽي
سا نڪي واقف وٽڪار جِي، نڪي سينڌِي سگيٽي
جيلانهن هئي ور جي وهَيٽي، تيلانهن محب مليس مهبار ۾.

(۴۱)

اڌر نڌر ايري، هئي نبر نماٽي
تنهن سَان پاروچل پاجهون ڪيون هوت ڏسي هيٽي

پيڻ ڪيائين پر تان، سر صدقي سَو وار
گهنڊي ڳولي ٽڪي ڪين ڪي پرتون ووڙي ني وٽڪار
ٽيس پرٽا قدم قريب ڏي، هلي منڌ هشيار
نہ ڙي رهندي ڪين ڪي، نار وڃي نروار
اُٺي تِنٺي پُڻ ڪٺي بام تي پڳ ڍوندي پاتار
ڏنائين ڏونگر م، تنهن دوس سندو ديدار
اهو يلي يت پتار، ڪٺي رب ميڙيس رنگريز چوي.

(۴۴)

ڏس چوڪو حُسن حبيب، پئو مُڳ مَڪائي ناگُلي
جُوار تنهن ڏي جولان سين، ڪهٽي ڪاڻ قريب
منجهہ مانڏاٽي مهت ٽيي، چيٽي گُند غريب
مُهر لڳيئي مرشد جي، نوازيئن نصيب
پاجهري مَ ڪٽي پانهنجي ڪَرنگها نين نجيب
آءُ دلبر دوس محمد چوي، جان ڪريو راهہ رقيب
چٽيين چِت عجيب، متر، آءُ منهنجا پرين.

(۴۵)

چپر ڙي چاڪاڻ، تو هارئا هوت ڦتا ڪئا
هڪڙي ساعت جهلڻ هوءِ سپرين جان ڪيم روح رهاڻ
ڏونگر ڏمر چو ڪَرين، آهيان مانجهاندي مهماڻ
جن جو هُئين پاڻ، تن کي لَڪ لنگهايو چڏين.

(۴٦)

چپر چوريءَ ساڻ، مُنا مائٽي نہ ڪيئي
جهليئي نہ جت جنيم جا، وجهي ڏاگهن ڏاڻ
مون تان توتان پاڻ، لئي ڪوهياري گهوربو.

(۴۷)

جبل ۾ جا ٻول، سُيم لال پنهونءَ جي
پاريندو پٻ ڏٿي، مون سين ٻاروچو ٻول
ويهه مَ وجهه وَڙول، جاڳ تہ مِلين جت کي.

(۴۸)

جاڳي جت ڏنوم، عينن ساڻ امين چوي
اونڌائو اندر جو تنهين ويل ويوم
سج جو اڀريوم، تنهن چاڪ پريان جا چورئا.

(۴۹)

ڏونگر ڏکوين کي دلاسا ڏجن
تون پاٽان پهه پجو ڏيين ادا آسونهين
چپر مازورين، پنيءَ پنوارون ڪِئُون.

(۵۰)

سگا سَور تئاس، ويجها ورهہ مٽ سي
سڪ ساهيڙي ساڻ تنهن هلي مَلهي مادر ماس
گوندر پدر غريب جو ٿيو پريندي ٻي پاس
عشق سونهون ٿيس، اگھ ۾ برادر ٿي پاس
قهر سور قريب جي، مَنديا هٽ مٿاس
تڏهن واتين وٺ وندر جي، ڏهہ جا ڏس ڏناس
انهي سنگت سڄي شاباس، جن نيئي ڏني
ٻانهن ٻروچ کي.

(۵۱)

پيءَ بنا پرديس ۾، پس دردن جا دستا
تنهن فڪر فوج فراق جي، ڪئا روح اندر رستا

سامَر سهج ڪري سڪُ پال ۾، تي پڻ ڪان پيٽي
جنهن جو ڪوهيارل قبول ڪري تنهن جي هوهين
ٿُڪر مان ٽيٽي
جيلانهن هئي ور جي وهيٽي، تيلانهن محب
مليس مهبار ۾.

(۴۲)

آگ اجهامي ڪين اندر جي، جا ٻاروچل تو ٻاري هئي
سُر پر ڪي نہ سُئي مان ساجن، توڏن جا پہ تنواري هئي
تڏهن تنهين نيو توڪي تڪڙو، ڄاجي ويل انهي وساري هئي
مان جوڳڻ ساڻ جتن ڪيو جورو، آنُون تان نومون
ننڊ خماري هئي
ڪا ڪَل پيم ڪانہ وجڻ جي ناتي آءُ هڏ هوت
هوشياري هئي
تنهن مون پار ڪديا پريات پنهون، ات آڏي رات انڌاري هئي
صبح وسايم سر تي سپرين، وَجهي جا تت واري هئي
ماٺهن ڪيم منع، چئي مُنجهنديئن، آءُ تان
سرِتن ڀهون سيڪاري هئي
تان پي موٽيس ڪين، مرڻ مُون ٻاسيو، ڪيئن
جاڪام لڳي سا ڪاري هئي
عشق سُنهايم وات وندر جيُ ڏس نہ ڪنهن ڏيکاري هئي
ڏاڍي برهہ بلوچ پرين آءُ محب گُهٽو سا ماري هئي
جهٽڪيس پاس جهنگل دي جهوڪان، ڊار
آوهان جت ڊاري هئي
نيڻن روئي نيون وهايون، هنجهہ گهٽي ساهہ هاري هئي

جانب يار جبل ۾ جاني! آن ني بوتڻ ڪاڻ بيڪاري هئي
پرتئون پاتم پير پېڻ تي، ڇاجي ننگ جي پني نهاري هئي
محبت تنهنجي مست ڪيس، تڏا بار گهٽي ڪان ٻاري هئي
مرڻ جيڻ جي ميندين ۾ منهنجي يار پنهون
توسان ياري هئي
پر جو تون پرٽي پرهه پلاٽي هليين سا تو هُت
ڪڻ جي وجه وهاري هئي
جيئن وڃي لايئي ويرم ورڻ ۾، سا تو هت
ڪهڙي وهم وساري هئي
سرڪي سڪڻ جي هوت هٿن سين تو تان پرتئون
پاڻ پياري هئي
ڪيچي **ڪبيرشاهه** چوي آءُ تند تڳان تنهنجي تاري هئي
پر هاڻ برڪت تي جيئن بر ۾ گڏيين، آءُ تان
توري ور ويچاري هئي
مون پيي شڪر ڪيو جيئن ميس مهت سين،
تاتي تنهن جي محب مياري هئي
هاڻ پڳ نه ڇڏيندي پورهيت تنهنجو ڏوہڻ جا تو ڏاري هئي
هي هڏ ڏک ڏکي ڏاري هئي، پر اڄ تي عيد
اچڻ سين تنهنجي.

(۴۳)

ڪتڻ منجهه قرار، آيس ڪين عجيب ري
اوڪي تي بلوچ لئي، ڪام لُچيو ڪوهيار
تاٽي ڪڏ قريب ڏي، هلي منڌ هشيار
آرس ڪيائين عجيب لئي باري برهه بسيار

جهيڙا ڏک يتيم سين، کن ڪاوڙ مُن ڪَستا
ساعت گهڙي سَو سالين گذري، تنهن مَن ڪئو مستا
ڪيم گام سَپي گستا، تان منهنجي پنهون جهڙو ناهه ڪو.

(٥٢)

جيڏيون جتاڻي، ٻَڙي ٻانهي آهيان
عادت آريچن جي، سا مون سيباڻي
هيءَ حب هوتاڻي، سا مون مُئي مرندي نه لهي.

(٥٣)

اهڙو تون نه پريام، جو تون ويندين وسري
ڏَڪي ڪَڙڳ ڪَڙَنِ سين، لَتي لوڙهه ڪندام
تان پڻ هڏ سندام، تاڻيندا تو پار ڏي.

(٥٤)

هوتن آن نه هئي، پيئي من پنهون ڪي
ٻانيڻ ٻاروچن جي سَڳر منجهه سُئي
ڪڏهن ڪان مئي، ڪا پنڌ ڪريندي پرين ڏي.

(٥٥)

جيڏيون مون کي ياد پيو، ٻاروچاڻو ٻنگ
کين چڏيندي ڪڏهن، تنهن پنهون جو پَرسنگ
پنهنجو نر سچاڻي ننگ، مانَ مهٽي هاب نه ڪريين.

(٥٦)

هوت هَلَندي جي ڪيون، ٻه تي ڳالهڙيون
وجي وندر وٽن ۾ مون کي سَمَر سي ٿيون
کهُ سي راتڙيون، جي پِر پُڄاڻا پيئيُون.

(٥٧)

ڏونگر ڏک پَئِي، مون تو هي ساڻ ڳالهہ ڪِي
پوءِ پڻ آءٌ مئي، سور پِرائي پريءَ جا.

(٥٨)

ڏونگر تون ڏاڍو، تو ڏاڍا ڏاڍايون ڪرين
مون تن اندر تيئن ٿيي، جيئن وڻ چيري واڍو
اهو ڪرم جو ڪاڍو، نا تہ پٿر ڪير پنڌ ڪري.

(٥٩)

چپر ٻُري چير، سُٺي مون ڪن پوي
ڏوران جن پلاٽئو، سِپي مون گهر ايندا هير
تنهن وير ڪندي ڪير، ٻُڌا پاروچن سين.

(٦٠)

سات سويرو لڏئو، چانگن چو چونډياس
حُجاتا هوتن ڪي، ڏوراپا ڏيندياس
مُئي پجاڻا مامرو، ڪنهن سان ڪونہ ڪندياس
ڪيچ وجي ڪهندياس، فريادون فراق جون.

(٦١)

آريچن انن ڪِي، گل ٻڌيون گهنگهٽيون
مُچون تن مين جون ياقوتن جڙيون
هٽي ويا هوندن چوي، آرياڻي پہ اڙيون
هن ويچاري وَر لئي، ڪيون رائي منجهہ رڙيون
تڏهن هو يحي دوس دڙيون، اچي وهلو گڏيس واٽ ۾.

(٦٢)

اديون آرِياڻن جي جيڪر هيس ذات

تہ پنهون پنهنجي وات، هوند سات لڏيندي سڏ ڪيو.

(٦٣)

اديون آرياڻن جي جيڪر هيس هڏ
تہ سات لڏيندي سڏ، هوند البتہ آرياڻي ڪيئو.

(٦٤)

ڪڪورئو ڪوهيار، چپر چاتون مُڪِيون
وَهيون سو وٹڪار، جتي پير پنهون جا.

(٦٥)

پُنهون جت پُنُون، تت پُنون ئي ڪون ڪو
گلاب گُل چَنون، تڏه عَالَم سي عطر ٿيو.

(٦٦)

پنهونءَ جي پاپوهَ، جيڪر ڏٺيوَ جيڏيون
سنجهي ۽ صبوح، هوندنہ وِئڙوَ وسري.

(٦٧)

ڏوهہ نہ ڏيان جيڏيين، هوت نہ ڏنائون
مون جئن رُنائون، هوند متي ڪيو هتڙا.

(٦٨)

اڪيون آريءَ چام جون مون انڌيءَ سين آهين
ڏسيو ڏيکارين، پيشاني پنهون جي.

(٦٩)

اڪيون آريءَ چام جون مون آهن انڌيءَ ساڻ
پَسي ڪيائون پاڻ، پيشاني پنهون جي.

(٧٠)

پنهون ٿيس پاڻهي، وبئي سسئي جي سونهن

"خَلَقَ الآدَمَ عَلىٰ صُورَتِه" اها وَٽُن منجهہ ورونهن
چرِيَ مجهان چُونهَن، ڏوري هٿ ڪيو.

(٧١)

هوت تنهنجي هنج ۾ پڇين ڪوهہ پَهي
"وَفِي أَنفُسِكُمْ أَفَلاَ تُبصِرُونَ" سوجهي ڪر سهي
ڪَڏهن ڪانہ وهي، هوت پڇڻ ڪا هٿ تي.

(٧٢)

پنهون ٿيس پاڻهي، ويا سسئي جا سينگار
"وَنَحنُ أَقرَبُ اِلَيهِ مِن حَبلِ الوَرِيدِ" پيئي اي پچار
چِي وندر جاَ واپار، سي سودا سريم هِتهين.

(٧٣)

جتي پُٽين پائيو، ڪونهي اُب ڪوهيار
پنڌ مَ ڪر پهاڙ ڏي، وجود ئي وٽ ڪار
ڏاريا پاڻءِ مَ ڏار، پُڇ پريان ڪر پاڻ ۾.

(٧٤)

سيئي ساري سسئي، گهر ڪندون تون گهُور
ناحق ڏور مَ ڏُور، دران منجهہ دوست اٿئي.

(٧٥)

سوئي ڪريو ساڻ، سوئي ڳوليِن سسئي
ڪَڏهن ڪنهين ڪي نہ ٿيو، چلڻ منجهان چاڻ
پيچ پريان ڪر پاڻ، تہ تون تيائين لَهين



# مومل راڻو

(١)

چنڊ نه سينڌي نڱئا، چارئي چڱي روءِ
عطر مُشڪ عنبير جي تن ۾ باس موچاري بوءِ
لوڏي لڏائي هليا، جان ڏنائون جوءِ
راڻو روءِ بروءِ، ٿيو سوڊو شڪارن مان.

(٢)

راڻو روبو روجهه ڪي وينو وِسامي
آلا سيئي آٽيين، منهنجا جوهري جي
اجان پنڌ پري، ته ڪَهندو اچي ڪاپڙي.

(٣)

راڻي سڏيو راول کي: اوراهون تون آءُ
ويراڳي! ان ولايت جو رند ڏسيئُون راهه
رات انڌاري رڻ ۾ ايڏهين ٿيو اُهاءُ
ڪيئن وڃون وسڻ آئيون، ڪري شمس شعاع
ساميڙا سماءُ، ڏيو ميان ان مذڪور جو.

(٤)

چي منهنجي هن مذڪور جا پختا سٽج پار:
مومل محلي وچ ۾ ٿي وَرنهه کوليا وار
سونا قُل سَڳِن ۾ آتس ذاتير اپه زوار
عطر مشڪ عَنبير سين، هيري ڳُتيس هار
ڪيڏارِڻ ڪَني سان، ڏڙ ڪَري ٿي ڏار
ماريو مير مُهِينم ڪري، جت ويرن وارو وار

آن پيي هوس امير ولايت جو، ڪاهُو پُٽ جَرار
مون سين چڙهن مئنڌرا، پرُسن پنج هزار
گهوڙو گهوٽ سپ ڪَهين، ڪيڙو سانگ ترار
تن جي مَنزل منجهہ مٺو چوي، هنئي ديمن جي ڏڏڪار
سي سپ مارايو يار، وڃان موتيو مئنڌرا.

(۵)

آءُ ڪاپڙي ڪر ڳالهڙي، جُوٺ مَ پول جوان
اسان سٺائي پهون ٻُڌاءِ، خوب ڪنياتا خان
عمر ساري اسان گذاري، تان ڪاڪ ٻڌي سون ڪانہ
هل تون هاٺي، تازي تاٺي، تہ تيون مومل جا مزمان
وهہ ميان سامي سُرت سجان، ڪي ڪُتا ڏُس ڪٽي ڏئون.

(٦)

ڪَتان هليين ڪاپڙي، لنگ لانگوٽيا لال
چي: آءُ اتاهون آئيو جتي ٻي جِي ناهہ مجال
مومل جي محلات ۾ طرح وڃن تا تال
نَو لک ناٺي مال، منهنجا گجر سپ گَنؤن ڪَيا.

(۷)

ڪتان هليين ڪاپڙي، ڏيئون سڌ صحي
تان چي: وينيون رائن راٺيون، پَڪُن ساڻ پهي
چاڙهي چڙهو چوتڙا، رَتمر رات رهي
وجو ات وَهي، تہ آئِين پڻ اهڙائي ٿيو.

(۸)

ڪتان هليين ڪاپڙي، ويجهو ٿي وري
ڳاڙهي لال ڳچي ۾، تنهنجي سون سري

اچي ڪاڪ ڪنڌين ۾ ڪيائون وبس ورن
منجهہ مرڪيو من، سوڍي سين سڱ ڪري.

(١٨)

ڪاڪ مڙيائي ڪُونر، لوڏين آئي لال تي
لڏن لوڊاٽي ڪنڌيين، ٿاري ٿاري ٿئونر
پيرا ڪئو پَونر، سڪ ڪان سوڍيءَ جي پيا.

(١٩)

ڪاهي آيا ڪاڪ تي، چارئي چتائي
اڳيان مومل مهمانن لئي ڇڏيون ڇايون جوڙائي
هي اچي اُلٽا اوتارن ۾، لڏا سي لاهي
وينا خان ڪٽن تي پلنگ پٿرائي
ناتر آئي نڪري، تي پر ۾ پڇيائي
تنهن ڪان ڏئَونرَ پڇو ڏاهي، تہ تڙ تانگهاڪِ تار بائِي!

(٢٠)

تان چي: ٻايون ٻيون، آن ٻانهي، تڙ مڙيئي تار
وهٽ پنهنجا وار، مهندان گجر تي گز هٽئي.

(٢١)

ٻايُون ٻيون، آءٌ ٻانهي، ناتر مون نالو
ٻولائي ٻانهن ڪٽي، واريائين والو
تان پٽي ڪان پالو، ڇَڪن تي ڇٽي پيو.

(٢٢)

جان ناتر نهاري، تان ڪُتن سونيون سنگهرون
اُلٽا اوتارن تي، وينا وَٽ واري
مومل ههڙي پاري، ڪين ڏٺا مون ڪڏهين.

(٢٣)

هي يي مومل ماڙي جهل، پڇي ويني پيڙا
ڪنهين ربهون لٿيون، ڪنهين ڳاڙها ڳل
مَسڙي هارا ملهم، دانه سپ ڏپائيا.

(٢٤)

چوتاٰ نہ موتا، گهوتيون آب نہ چوتيون
سيني هٿ ۾ سون جا لال مِڙي لوتا
تن جا ڪَيسر پني ڪپڙا، اوچڻ آبوتا
رتائون رنگريز چئي انگڻ ۾ اوتا
تن گهراٺا گهوتا، پاڻ پريزي جهليا.

(٢٥)

چنديں پلاٽينِ، اوڍڻ اوڍين گجريون
رنگ هالاري هٿ ۾، تيون واتوڙبن وائين
چُڳا تيون چاٽينِ، اکيون ڪيائون انگڙا.

(٢٦)

مومل مَشرو ماڙيين، هئي ڏاتياٽي ڏت ۾
بريا ماٽڪ ماهم جيئن تنهن جي خوب چگان ڪٽ ۾
ان جي نظر نياز لئي، اچئو پرس بينا پت ۾
سي سوڙهيو سيچاٽي جيئن هنيا سودي تي ست ۾
تن جو سر زمين ڏڙ ڏوڙ ۾، ليٽيا پي لت ۾
ڪئين ڪاڪ ڪنڌن ۾، هئا فراقيا ڦت ۾
هن يي ڪامڻ ڪبيرشاهه چوي، اهو چٽڪو ڪيو چٽ ۾
تان ڪؤنر پنو ڪونہ ڪو، تنهن نار سندي نٽ ۾
جهٽيو تنهن جهٽ ۾، سيڪو ڦرُبو ڦٽو ڪيو.

(۲۷)

مومل مشرو ماڙيين، هئي نانگڻ پري ناز
ياد هئا تنهن زال کي سڀ اوڏڻ جا پڻ انداز
پڙهي هئي ڪنهن پرت مان، باري برهه بياض
هئا ائين ٽُڪا تنهن نار جا، گليلن جان گاز
سا ڪنڌ نہ ڦيري ڪيڏهين، ڪِي عشق ڪَنا اغماز.
ڪاڪ ڪنڌي ها ڪيترا، ان جي نظر کان بہ نياز
سي سڀ راڻا راوَ همير هئا، دولت منجهہ دراز
تن پي پنهنجا وس وڏا ڪيا، جان ڪي عقل جا اِعلاز
تان هن بحري وانگڻ باز، سٽيو ساهُو سي وِڏا.

(۲۸)

مومل مشرو ماڙيين، هئي سوڍي پري شان
هنڌ حويليون حجرا، تنبو تنهن طولان
چونڪيون چمن چؤدرا، بي حد ڪَنان بيان
تنهن ڪَل جوڙائي ڪامٽي، عقل ڪري ارڪان:
تہ آءٌ آهيان وات وڪيل وڪالت ري پانهنجي،
دِکَي ساڻ ڏيان
سي مر مرد اچن ميدان ۾، جي هجن ساهو سرت سجان
تن مان شرط پڇي جو شرط سان، سو ايندو مون وٽ
ماڳ مڪان
آءٌ تنهن ڪانڌ قبول ڪندي، شير سچي سلطان
ان تان ڪاڪ سجي قُلبان، پيو آن سدا پيئي صدقي ٿيان.

(۲۹)

بارنهن تيرنهن تنهن جون بهتر اڪيون بانَ

گجر هَٽي گيرُون ڪيا، آهو جا اوسانَ
نَوَ سَا گوپيون تنهن جون، هيون شرط وڏي سان شان
تهڙي ڪنهن وٽ هئي ڪان، جهڙو پير پَنِڙ جو.

(٣٠)

جُل ميان راڻا، هل اُتاهين
گل ڦل جافرَ چگيان جائين
هن ڀي سينڌ تہ سُرهو وگو ڏڪيائين
نٿ موتين سين لال ڏَريائين
سڀ ساهيڙيون تَت سڏيائين.

(٣١)

لَٽڪي جَهٽڪي خوب ڪلائي
ناتر ٻانهي تت سڏائي
ڪاڄ وڃي ڪو اتي ڪائي
تڏهن اٿيو راڻو موزا پائي
مرد وڃهن تا ڪوٽ ٺمائي
هن رن جو وڄ ڪهڙو آهي؟
ڦند ڀڃو ٿو ڦٽڪ ڦٽائي
واسينگ وٺينو نانگ نوائي
تڏهن هوءَ ڪت ڪنيو ٿي ڪوهہ سر پائي
هي وڃي وينو مومل ڪي ڀڙ ڀاڪر پائي
يار جي يار مبارڪ آن ڪي آهي
سر جي ڪٿي سر ٿو ڪائي.

(٣٢)

يار سڏيني مئنڌرا، هوندين ڪي ايندين

ڊوليا ڏيت ڏٿين کي نياپا ڏيندين
وري نہ ڏسندين، ڪڏهن اچي ڪاڪ ڪي.

(٣٣)

راڻا تنهنجو رنگ، ڪنهن ويسري وسري
اسان ڏانهن اچڻ جو، دوس مَ وجهج ڊنگ
نر سجاڻي ننگ، مون کي مهڻي هاب مٽان ڪرين.

(٣٤)

مومل سڄيائي مصري، سوڍو ساڪ جبات
ڪَيسر پِني ڪپڙين، ڏنم راڻو رات
جيڏن ساڻ جمات، موتج ڪري مون پرين.

(٣٥)

پينر بئي پيڙيون هيون، ڪڏهن ماڙي منجهہ محل
تنهن سان سٽي سيج تي سهج ڪري سومل
ڪاهئي مدي مومل من ۾، جنهن چند ڪيا تي چل
ڪانڌ بنا سا ڪوڙي ڪيئن رکي بوتو وڄ بغل
سا ڏکي مر ڏهاڳ جا، تي حال گذاري هُل
اصل عزازيل ڪان هئي پڏري اها پل
تان اُنوهين آيو ڪامل سائين ڪاڪ جو، منجهان اوج اچل
بِت ڏنائين بہ چٽا، رمز تنهين سان رل
هي لَڪُڙ لاڙي هليو، ڏيئي ميي کي موڪل
سو راڻو رُنديَ رکي ويو، وڏي خوف خلل
هي پيي اتي عجيبن لئي، جان تي ناز منجهان نرمل
نہَ تي ويل مُنجهينجي ور جي، اتي ڪانڌ ڪريان ڪا ڪَل
تانَ هَئي مُني ڏري ويو مئنڏرو، اجها ڪام

ڪنڌي سان جَهل
سا منجهہ روبو رات ربهون ڪري، ٿي ڳوڙها
ڳاڙي ڳل
پيڻ وڙهي ٿي پيڻ سان، جوش منجهارا جل
تہ ڙي ڪهڙي ڪبيرشاهہ چوي، آنڌئي هت اجل
ماريئي ڪي مومل، جنهن سان سُتيئن سومل
سيج تي.

(٣٦)

سان راٺي ريب رباءُ، مومل ماڙيءَ تو ڪيو
بت ڏنائين بہ چٽا ، تڏهن گهوت اهو ٿيو گهاءُ
چَيا زال ڪ مرد هئو، سو جاٺي جاڻ خداءُ
پر هو حق رُنو ٿي حق تان، اهو وچ وڏو پيو واءُ
ڙي ڪامڻ، ڪبيرشاهہ چوي، تو ڪيئن رات
رُسايو راءُ
مومل ڏي تو مهٽو، سيڪو، سوڌي ڪي پہ سياءُ
جيڏهين هو ويچوڙين وباءُ، تينهين ڪٽي ناحق
نَوُدي پرٽيئن.

(٣٧)

ناحق نَوُد عقل سين، تو ترت ڪيو ترتوت
ڪامڻ ڪاڪ ڪنڌن م ڪَونر ڪيئي ٿي قوت
منڊي چرخ چلت جو، مڪر ڪيئي مضبوط
تان راٺي هڪڙي راند سين، تنهنجا نات
ڪيا نابوت
ڙي هوئي پارڻ پيچ پريت جو، سندرو سڪ ثابوت

تينديئي بت پيوت، جيئن تو عاشق ساڻ اُلٽ ڪيو.

(٣٨)

سو مومل پاجهون مئنڌرو، وِير نہ سهي وار
ڪي پائين ڪي ڪريان، وجي تسالو تڪرار
پوءِ چوي موٽيو من ڪي: تہ ڙي اي نہ اصيلن آر
هئي هنڌ ستي سومل سيج تي، پر نالو ٽيو نروار
هاڻ جيڪا منچا هونديس من جي، تنهن جو پوندم
سڌ شمار
ڪِي هئي برهہ وچوڙي بامني، جنهن ٽي جيءَ
تان لاٿو جار
ڪِ ڪو هو مڪر مهريءَ من ۾، تنهن جي ڪل
جاٽي ڪلتار
پر جيڪي مون سين سخن سودي شرط ڪيا
هئا، تہ نہ تن ۾ وار
تنهن ري ڪامڻ ڪبيرشاهہ چوي، قلب ناهہ قرار
مون ڪي عشق ٽيو اظهار، هي ٽيو پري پهہ پرچاو جو.

(٣٩)

مومل پاجهوُن مئنڌرو، وِير نہ سهي ويلهہ
عشق وڏس ارواح ۾ ڪي نينهن جا نهرا نيل
سو قابل ڪبيرشاهہ چوي، ٿو مري ڪارڻ ميل
اهي سندا خاوند ڪيل، جيئن ڪَنڻ جهڙو ڪم ٽيو.

(٤٠)

سو راٽو رتولن ۾، مومل ماٽي شال
برهہ هٽي ڪيو بانولو، مست گهٽو متوال

سِڪي سوڍي ڪي سڪ منجهان، پر ڪنهن حرف ڪَيس هي حال
سندي من مقال، ڪامل ڪنهن سين مَ ڪري.

(۴۱)

راڻو ماڻيو راءِ، ساريو ٿي سڌ مران
موٽائي ماڳن تي، آڻيندس الله
سوڍا تو ڪن ساهه، ناتہ راڻا گهڻا راڄ ۾.

(۴۲)

راڻا نہ ڇاڻا، تہ ڪيئن وِڏوڻي ولها
اچي ڪاڪ ڪنڌن ۾، پرچي ڏي پاڻا
ڏربائي ڏورا ٿيا، تو ور ري وهاڻا
مومل جا ماڻا، پيو سوڍي ري ڪير سهي.

(۴۳)

آءُ منهينجا ولها، ڪرياتائي ڪانڌ
جيئن تو چُني پاند، چاَرئي رکيا چڪ ڪان.

(۴۴)

ڳاڙها گل گلاب جا، ڳاڙها مٿن ويس
ڳاڙهيون پانهيون پانهن ۾، ڳاڙها لال لبيس
ڳاڙها ارٽ ڳُجهن سين، ڳاڙها نڪن نيس
پاڻ سُکيون منجهہ سنريون، ڏک وڏائون ڏيس
واهہ تنهين جا ويس، جي ڪَتنِ ڪنواريون ڪاڪ ۾.

(۴۵)

سگَ ڪري سين شينهن، ڪنڌ ۾ قيرج ڪيڏهين
ايئن مَ وسج عام تي، جيئن مومل اُنا مينهن

سندي حشر ڏينهن، سوڍو ساربنديءَ ڳهٽو.

(۴٦)

راڻي جي رهاڻ مان، ڪو آيو آديسي
عطر مشڪ عنبير سان، تنهن ولات سڀ واسي
سوڍو سناسي، اتاهون ئي آئيو.

(۴٧)

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي، موهيا نہ محلن
ٻائن ۽ ٻانهن جي، ٻَنڌڻ تان نہ ٻَجهن
لکَين لاهوتين، اهڙيون اوري ڇڏيون.

(۴٨)

اهڙيون اوري ڇڏي، ويا لاهوتي لڪ
وجهو پَٽين وينيون، ڪاڪ ڏياٽيون ڪڪ
پئي اي پرڪ، تہ سوڍيون سِجهائي هليا.

(۴٩)

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ ۾، پاٽا ويا پري
تن ڪي مومل ڪوهہ ڪري، جي لداٽو لنگهي ويا.

(۵٠)

مومل جي مجاز جون، هيون تارن ۾ تبرون
هٽي حالتن ڪي، زور ڪريو زبرون
ڪاڪ ڪنڌن قبرون، پسجن پرڏيهن جون.

(۵١)

مومل جي مجاز جي، لڳي جن لُڙي
سي سڀ راڻا راوَ هميرهئا، تن مان موتيو ڪونہ مڙي
ڪي هئي ڪوڏڻ چوي، جهونجهارن جُهڙي

تان سي لوڏياٽان لڙهي، پاٽا پاٽو پراهون ويا.

(۵۲)

مومل هٿ ڪمانِ، نسورياڻي نينهن جي
هٽي ٽي حالتين ڪي، ٻنگ نهاريو ٻاڻ
جيلانهن لڳيس ٻاڻ، تيلان واڍوڙين وم لهي.

(۵۳)

جڏهين مومل مئي، تڏهن راٺو گهٽو راضي ٿيو
سنگتين ڳالهه سُئي، تن ڏوٿين کي ڏک ٿيو.

(۵۴)

مومل پنڌرهن پير، سوڍو سٺ هٿن جي
نَوَ سِسيون تنهن نار کي، آءِ ڦند وڏي سان ڦير
بيت ٻہ ڊيرون ڊير، پر اهو ٻڌو اسلام چوي.

(۵۵)

تيلان مران مومل لاءِ، جيلان ڪانهي جهڙيس ڪاڪ ۾
سوڍي وڏي شان سان سندي شمس شعاع
جڏهين ڪَڏي ڪر ڪبيرشاهہ چوي، تڏهن چڻ
باهه پئي پڙڳاءِ
وِڄن ويس لڄاءِ، منڌ نہ جهڙي ماڙهوئين.

(۵٦)

مومل جي ماڙي ڪي، سهسين ڪن سلام
هڪڙا دور درياہ جا، ٻيا وڏا شينهَن شان
پڳس ڪنڌ ڪلام، مومل ماٺي مئڙي.

(۵۷)

وٽ چوربندي ولها، ويڙم تيل ٻري

سودل لاءِ سرتيون، پيبس تان نہ مري
جيري جيڏا جان مان ويڙا ٻڳچ ڳري
ماريس ڦٽ فراقَ جي، چاڪن ڪيس چري
راڻي لاءِ رڙي، ويبم وهامي راتڙي



# ڪلياڻ

(١)

دل ڪسي پوءِ تو ڏسين! چي، مون نہ ني تنهنجي ميان
قلب ڳوليم ڳول سين، تان هنڌ نہ آهي منجهہ هيان
نئَن ڪٽيو نانگ وانگڻ لوٽ لوٽيو منجهہ ڏهان
تَحقيق منهنجي تو نِي، آءُ دانهن دلبر ڪنهن ڏيَان؟

(٢)

هِت هئي هِن هَنڌ، سا دل نهاريان نہ لهان
تنَهين جي تَر پاوَ لَئي، پير ڪٽي ٿياسي پنڌ
پوءِ اها ساڳي سَنڌِ، ڏٺم ديري دوست جي.

(٣)

هت هئي هنڌ هيءَ، سا دل نهاريان نہ لهان
تنهين جي ترپاو لئي، پير ڪٽي وياسي وٺ پِيءَ
تہ ڪير هٽي سَنڌ ساهہ جي ري دُز دوستن ريءَ
جي اٿيون جوش مَنجهاران جيءَ، تن ڪٽي اکين
مَتِن اثبات ڪِي.

(٤)

اکين مٿن اثبات ڪري، ڪٽي سَنڌ اُها سَلتي
تہ ميان پارس دل پازي ڪان، تو چو عاقَل تي اَلتي
هي جا زوري سان جهلتي، سا ڪٽي سانڍج سوگَهي
ساه سين.

(٥)

پيشانيءَ پاڙي، حلقا هيبت جيهڙا

تير تنهين جا پنبڙيون، چَٽ چِڏيَوَ چاڙهي
اُهي باڪيون بچوَ برهه جون، سي اَڳي ڏَيون ٿي ڏاڙي
سي جهاَتيءَ مون جهاڙي، ٿيون جهاڙيون جهاڙن
جهاڙ سين.

(٦)

پراڙان پَسي، اِجهي اڪيون آئيون
روح منهينجو رمز سين، نيو تن هسي
جن ڪلندي دل ڪَسِي، ان ڪان آٽڻ اٽانگي ٿيي.

(٧)

مُرڪي موهيائون، ساهه سوگهو ڪيو سڄڻين
جي ڪلي ڪنيائون، تن اکين جيءَ اڙائيو.

(٨)

ڪِليو خوب ڪٽن، نيڻ سپاجها سپرين
چِڻ تاٽيو تير هٽن، ڪڍيو ڪان ڪمان مان.

(٩)

آيو جانب جنگ تي، پَري برهه بندوق
سا ڪريو گوري ڪُوڪ، وجي ناگهه نِڪَتي.

(١٠)

ڪان ڪرنگهو ڪپيو، پَکن سين پيهي
جيرا جگر بڪيون، پا ساريون بيئي
ويجن ڪان ويئي، ٿي وهيٽي سڄٽين.

(١١)

جت حبيب هٽن، پري ناؤڪ نينهن جي
تني طبيبن، وجي وچا وسري.

(١٢)

نيڻ پريا سين ناز، تارا تير پرين جا
بحري وانگڻ باز، تا سُوڙهن ساهه سَٽن سان.

(١٣)

نيڻ پريا سين نينهن، تارا تير پرين جا
پيِڙيون بحريءَ جيئن، تا سُوڙهن ساهه سٽن سان.

(١٤)

پرت آهي پڌري، نيڻن منجهه نجات
ڪڍي بينا ڪات، آءُ چون عاشق کي.

(١٥)

آهي عجيبن جي، تارن منجهه ترار
پهس لنگهيون سا پار، وجي ناگهه نڪتي.

(١٦)

آءُ ٿي محب مران، هوت تنهُين جي هٿ ۾
پرين پاڻ گهَران، ڏج جوڙِي يار جَتِيم کي.

(١٧)

ليي منجهه لِيو، پاتائون ڪم پانهنجي
تَنهن ليي منجهه لِيو، ساهه مُنهينجو سجٽين.

(١٨)

نيڻن ڪِي نيران، جن ساجهر سپرين سهتيا
جيءَ جسي ۾ جَانِ، ڪر حضوري حج ڪيو.

(١٩)

اکن کي آءُ، جان ڪي جهلون پائيان
تانَ پُڇو پوچڙين ڪي ٿيون ڏين ڳجهون ڳاهون

پيين مهر مينهون چوي، سگر سونائون
لالن لڏائون، تيون خوش خير ٿيو.

(٢٠)

اکيون جت اڙن، اتان کو چند سان چڏائي اچي
اتن آتان عشق جو، کڙا منجهه کڙن
کارڻ جنگ کبيرشاهه چوي، وجهيو لوهه لڙن
ڦهري نيڻ قريب جا، چهرا نت چڙهن
تن جي پلکن کين پڙن، هو جي راوت راندي رک جا.

(٢١)

اکيون جت اڙن، تتي زبان ٿي زاريون کري
پنڌ پيرن باسيو، مَجي هاج هٿن
مر ٿا محنت کن، سپ سلامي ساهه جا.

(٢٢)

اکيون پريم تنهنجون، ککوريون کئا
نَ کِي رتيون لاک ۾، نہ کو آين پاَهه
وجي محب وٽا، رات رچي آئيون.

(٢٣)

اکيون پريم تنهنجون، گهليون ۽ گهوڙا
لاهين نہ لوڙا، جي هانجي خاطر هيريون.

(٢٤)

اکيون پريم تنهنجون، کنڍيون ۽ کاريون
مولي ڏنئي منهن ۾، کيون صاحب سُونهاريون
ري کجل کاريون، سَنجين تان سور لهي.

(٢٥)

اج پڻ اکن سان، کوني کنائون

ماهہ وراهي هليا، ڪرنگهو ڇڏيائون
"وَتَوَاصَوابِالحَق وَتَوَا صَوا بِالصَبرِ" ايين اُتائون
مون کي ماريائون، ڪلي گهايو سچٽين.

(٢٦)

ڪوني کُهي سپرين، ڪوني کُهڻ ساڻ
نيزي هينان نينهن جي، پاسي ڪرمَ پاڻ
ڇل وڃائي ڇاڻ، تيءُ عاشق ازل سامهون.

(٢٧)

عاشقن آرام، ڪڏهن سمهي نہ ڪيو
حبيباڻي هيڪڙي، طعني ڪيا تمام
اکِن نندَ حرام، پَچن پيئيون پور ۾.

(٢٨)

عاشق اِين نہ هُون، جيئن تون ساڃن سڃي انگڙئين
هو وڍيا چيريا چچريا اُيا رهبر رُون
جي پرت پريان جي پُون، تن کي نينهن نوازيو.

(٢٩)

نايون نينهن اکِن ۾، پَنَ پرائي پُور
ٿڙ تتهين ٿهريو عشق جتهين اُور
وڏي وڻ وڏو ٿيو، محبت ۾ مهمور
مليو ڪَنهين کي مُور، بئا هَنڌَ پسي حيران ٿيا.

(٣٠)

محبت جن جي من ۾، سي سُڪائي سونهن
ڪکوري ڪاک وهي اندر عاشقن
بئا چو بُجهن، قدران ڪيميا جو.

(٣١)

محبت هئي جي مال، تہ ميڙي گڏ ڪي موذيين
پر تن ڪي هٽي ٻجو ٻجن تي هو جي نگرا نند نڪال
اصل عاشقن سين، اتس خاص خيال
تي رهي رفيقي تن سان جياجي ان وٽ قدر ڪمال
سي سانديِنس سڪ مان، ڏسيون فيض في الحال
ڪيئن جيئن عقل علم عشق جو منجهس واس وصال
هو جي بي قدرا بي حال، تن سان ڪري قرب
ڪبيرشاهہ چوي.

(٣٢)

ڪانہ ڏني سون ڪٿهين، ڪا مس ڪڍي محبت
اوي لائي ڏسو ان ڪي، ڪا رُميءَ ٻاجهون رت
منائي مروت، آتو ڪا اخلاص ۾.

(٣٣)

ڪانہ ٻڌي سين ڪٿهين، ڪا محبت ري مروت
پر ڪي هون عقل اڪابر آدمي، تہ ٿئي انهي ڪؤن البت
اهي پڳي دل سچي ڪن، ميٺن سان مسرت
ڳُٿن سان ڳنهيو ڪن ڪامل ڪرامت
ڪي هُون ڪرتن ڪچا **ڪبيرشاهہ** چوي،
تہ هو نيو ڳڏين سان غربت
اصل اشرافن جي آءِ طرح اها تربيت
سي تاري محبت ميلاپ ڪندا ايڏي سان حشمت
انهن جي تڪرار لڳي ٿي رُميءَ ٻاجهون رت
ڳني جي ڳذران جي آءِ سقري سلابت

سي سرت سناخت سپرين، شل هون صاحب سلامت
جي ايذيءَ سان حڪمت، ان ڪان ڪِڇي تيبئي ڪانہ ڪا.

(٣٤)

منو ڪَوڙو پڌرو، آءِ ظاهر منجهہ زَبان
منو، منائي جي طرح چڌيندو تا نہ
منجهان ڪوڙي ڪانہ، ڪا منائي معلوم ٿئي.

(٣٥)

قلب جنهن جو ڪَوڙو، سو ڪيئن مُنهان منائي چوءِ
ذرو تنهين زهر مان، جي ڪڙو قاتل هوءِ
مڻ مصري ميٺ ڪري، ڪٽي ڏوبيءَ وانگڻ ڌوءِ
تان بي تورٛ تاٽي سو توءِ، اهو ڪوڙائي ڪين ڇڏي.

(٣٦)

جنهن منجهہ مَنڊ منائي جو، سو جي ڪوڙو چوءِ
تنهين جو ڪوڙو چٺبو ڪين ڪي، پاٺان مهند
مٺايان هوءِ
تنهين منجهان پوءِ، منائي معلوم ٿئي.

(٣٧)

منا لب محبوب جا، منا پرين مون پاڻ
مِنا روپ پريا رخسار سي، مني ريجهہ رهاڻ
مَنانئن نجيب جا، مني ڳِٽن پري ڳالهاڻ
تنهن مني ساجن ساڻ، منهنجا منا پيچ پريت جا.

(٣٨)

اچين جي هيڪار، مون سارين‌دي سپرين
ڏيان اوطاق اڪن ۾، پئا واهہ وچايان وار

چُمي چشمن تي رکان پرين تو پئزار
سا کريان جِيَ ڏندن کان ڏار، جا وڻن توکي وائي چئي.

(٣٩)

مون وٽ هُوين منهنجا پرين،شل ساجن سدائي
ڏور وڃي ڀي ڏيهه ڏان، شل وک مَ وڌائي
جا توکي وَڻن چوي وائي، سا هوند پاڙون جي
پٽي کڍان.

(٤٠)

هن نماڻي ناتو، رکيو تو سان راول روح جو
سو محبت جو منهنجا پرين، مون سان پيچ پکهه پاتو
تو هيئن کسي ساهه سقيم جو، نيئي چشمن سين چاتو
ٻول ٻڌا تي پاڻ ۾ محب ميان مان، تو
سو تون سخن سچو ڪج سپرين، نه مون چاڻ
پريا جاتو
هن منهنجي هِنيڙي حال حوال جي، آءِ ڪل
ڪَرا ڪا تو
تون آهين ادب جاءِ اَتيمِ کي آءُ ڇا واکاڻيان واتو
هت چنڻ مان ڇا تو، ايندئي قريب ڪبيرشاهه چوي.

(٤١)

تات طلب تن تور، سدا تنهنجي سپرين
آن جي من عشق ۾، ڀيو پچائي پور
دوس اچي دوست محمد چوي، هوت ميٺيو سي هور
جهڙي چڪوي چندر چڪور، تو تهڙي پيتم
پرت پريم ڏي.

(۴۲)

سا ڏاري ڪريو مَرَ ڏار، جا نالي سئي توهجي
عيب ڍڪيندڙ آءُ تون، محب منا منٺار
هن درماندي جي دوس محمد چوي، اچي لهہ
ساڃن سار سنڀار
تنهنجي يار پچار، مون کي دم دم آهي دل ۾.

(۴۳)

دم دم آهي دل ۾، تنهنجي حب حبيب
هلي دارون هن درد جو، تو ري ٻي نہ طبيب
هن درماندي جو دوس محمد چوي، اچي ڪر ڪا قريب
آءُ تي نهاريان ٿي نت نجيب، تون آءُ عجيب
اتيم جا.

(۴۴)

آءُ عجيب اتيم جا، ڪر تي راضي رحم رفيق
من مَلي ڪر ماهہ جيئن، ڏي لالي لا شريڪ
درماندي دوس محمد چوي، حاضر ميڙ حقيق
تنهنجي حب تحقيق، منهنجي دل مست ڪي.

(۴۵)

منهنجي دل مست ڪئيّ، تو موهي ساڻ مجاز
پاڙهيئي پرين ڪي پرت مان، بعضي برهہ
سندا بياض
تڏهن دوس سڪ دوس محمد چوي، تي دلبر
اندر دراز
هاڻي تي اونايان آواز، آهنجي محب اچڻ جا.

(۴٦)

آن جي محب اچڻ جا، وجهان وبني واجهه
توري ڪانڌ قبوليان ڪين ڪي، جي ڏيهه ڏين
ٻيا ڏاج
دوس سنڌيَوَ دوس محمد چوي، آءِ حب هنئين
کي هاج
مٿي ٻانهي ٻاجهه، الهه لڳ اچي ڪريو.

(۴۷)

الهه لڳ اچي ڪريو، پيٽي پر پتار
ساجن سڪ سرير ۾، آن ڏي اڪنڊ اپار
دوس سڪانِ دوس محمد چوي، تي درسن لئي ديدار
دلبر ڏيوَ آئين دل کي ڪا دلداري دلدار
ياري تو سين يار، آءِ ڪامل "ڪُن فَيڪُون" جي.

(۴۸)

سپيريان جي سڪ، ڪَپي من ڪورا ڪيو
جيئن سونارو سون کي، ڪري تورا تَڪَ
تيئن پيڻ پيالو عشق جو، آءِ تکي تراران تِڪَ
لوڪان ڪجي لڪ، پر لڪ ڪان لِڪي ڪين ڪَي.

(۴۹)

سڪ نہ سلتائون، نَڪان نينهن مٿي ٿيو
لائي آر عجيب سين، اپر اوريائون
ٻئا گهر گهوريائونَ، دوس رکيائون دل ۾.

(۵۰)

اندر من مقال، سدا تنهنجي سپرين

پهرائين پربت جي  جڏهن لنئون لائـي تـو لال
پوءِ ڇو پاڇي سين ڪرين هيـئن خوبي جا خيال
اچي  پـُچ ارواح ڪـي هـِـي حـقـيـقـت حـال
تہ سندي تو سنيال، ڪ ڪا بي وائي آهس وات ۾.

(٥١)

من انـدر  مـصلـت، سِـدا تـنـهـنجي  سـپـريـن
پهـس ونـي ڪيوَ پانـهنجو، موهـي سان مـحبت
خوبي جي خيال جي، دوس مَ ڪـر دهـشـت
اچي  پـچ  ارواح  ڪـي، هـيجؤن حـقـيـقت
تہ تنهنجِي ونـڏي تو وحدت، ڪِ ڪابي وائي آهس وات ۾.

(٥٢)

مـن انـدرَ مـذڪـور، سـدا تـنـهـنجو سـپـريـن
خوبي جي خيال جو، دوس مَ ڪـر دسـتـور
اچي پُڇ ارواح ڪي، جو ٿيو محب ميان مَهلُور
تہ ٿـو سـلـي تُنـهـين جو سور، ڪِ ڪا ابي وائي
آهس وات ۾.

(٥٣)

انـدر مـن اداس، سـدا تـنـهـنجي سـپـريـن
مشـڪ ڪنان ٿي مهند پانيان، پلي تُنهين
جي باس
اچي ڪـر ارواح جي چاري ٿـي چـڪـاس
تہ هن ڪي تنهنجي وير ومـاس، ڪ ڪا بـي وائـي
آهس وات ۾.

(٥٤)

جيئن سا ڪاني ڪانهن، لُوسنديِ لاتيون ڪري
تيئن اچـــي ڏنـــي اوچتـــي درد پريان جي دانهن
ويچ ڏنيين ٿـو پانهن، سوُر هِنيـيـن ڪي سامهان.

(٥٥)

ڦـٽـن انـــدر ڦـٽ، ڏنــــپ سـجـي ئـي ڏيـــل تـــي
لڇن پـــر ڪـچـن ڪـيـن ڪـي، لـتـڪـن انـدر لـٽ
آڙاهہ ان عـمـيـق جـي، ڪـي سـورهـيـہ سـهـن سـٽ
پـئـاچـا چـاٽـن چـٽ، قـدر ان ڪـيـمـيـاهہ جـو.

(٥٦)

درد نہ تـوڪـي دنـگـيـو، ڏنـيـئـي درد نـہ دنـگ
ڪاري ڪان قـريـب جا ڪـتـئـي ڪـيـن خـتـنـگ
سبق انـهـي سـور جا، اگِ نـہ پڙهـيـا هـوءِ انـگ
وجي پـيچ پـتـنـگ، ڪـــر لاهُـو جي قـضـيـي.

(٥٧)

در د نـہ تـوڪـي دَنـگـيـو، ڏنـيـئـي درد نـــہ داءُ
عـشـق جو عـثـمـان چـوي، ڪـونہ آيـئـي ڪـهـڪـاءُ
تـڏهـن گـوشـا ڪـريـو گـذريـن، ڏور ڏڪـويـن ڪـاءُ
وِهـيـن تـن وٿـاءُ، جـن ڪـي سـڌ نـہ سـور جـي.

(٥٨)

سـور مـڙيـئـي سـور، پـر بـاري سـور بـرهہ جا
شب روز سجڻ جا آهـن مـون ڪـي آڳي عـشـق انـبـور
نانگن ڪان پيي نينهن اٽانگو، قاتل ڪان پہ ڪلور

انهي درد اهو دستور، تنهنجي ٻُڪي هٿ دوس جي.

(٥٩)

درد بي درد کي ڏاتر منهنجو ڏي
جنهن کي سڌ نہ آهي سور جي، مرجان سرڪي
چکن سي
تہ حال مُنهينجي هي، هوند واقف ٿين ورهہ جا.

(٦٠)

لٿو سورن سَجهہ، پاٿيهي پيهي آئيا
ڪنهن کي ڏيان منجهہ، مرجان ڏکن ڏيل ۾.

(٦١)

تن سورن کي شاباس، جي پاٿهي پيهي آئيا
هوند ڪاڪيون ڪالهہ مياس، پر وڏو ويچارن
وس ڪيو.

(٦٢)

سور نہ سانگاهين، پاٿا گهٽيرا پائيان
مون کي مون پرين جا، اڳٽيا آهين
جي ماٿهن کي مارين، آءٌ تن سورن سانديي آهيان.

(٦٣)

سوريتي سور، وجي اوريو اڻ سوريتي سان
هُن جو پنجهرئي نہ پنو، هي وجي ٿي وهلور
پرايائين پور، اڳي ڪان پيي اڳرو.

(٦٤)

سوريتي سورن کي، ڪري سهجون سڌ
پگس سورن هڌ، سي پڻ سيڪي سور سين.

(٦٥)

جان جان ناهہ ضرور، تان تان ناهہ طبيب کو
جسي سريو سور، تہ ڪر ويچن ور پيو.

(٦٦)

سڪن ڪارڻ سور، وجي وهايم جيڏيون
جنهين جي وروه، در سونهايم دوس جو.

(٦٧)

ڪنهين ڪنهين ماڻهئين، گوندر جو گذران
ڪريو ڏُرس ڏيان، وجيو ڪن سودو سور جو.

(٦٨)

ڪنهين ڪنهين ماڻهئين، گوندر وڏي وٽ
ڏيو گوڏ گرٽ، وجئو ڪن سودو سور جو.

(٦٩)

ڏک سڪن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن تان
جنهين جي ورونهن، در سونهايم دوس جو.

(٧٠)

ڏکيتيون ڏهان، جيڪس لڏي ويون
هاٽي ڪن ڪَنان، پچان سورن خبرون.

(٧١)

نہ ڪا ڏکي ڏيهہ ۾، نہ ڪا ڏک پچار
ڪانهي تن تنوار، نينهن نماڻيون جي ڪيون.

(٧٢)

نہ ڪا ڏکي ڏيهہ ۾، نہ ڪا ڏکوئي
جنهين سان روئي، حال ڳرهيان هوت جو.

(٧٣)

هي هي هوت مُياس، ڪر نہ لذيئي ڪذهين
هوند نہ هيئن ٿياس، پڇئي جي پير پري.

(٧٤)

اهڙو تون نہ پريانءِ، جو تون ويندين وسري
ڍڪي ڪڙڳ ڪڙهن سين لٽي لوڙهہ ڪندام
تان پڻ هڏ سندام، تاٿيندا تو پار ڏي.

(٧٥)

حبيبن هيڪار، منجهان مهر سڏ ڪيو
مون کي سڀ ڇمار، اهوئي اورڻ آئيو.

(٧٦)

پاٻوهيو پڇن، ڪٿي هٿ حبيب جو
نيزي هينان نينهن جي، پاسي پاڻ نہ ڪن
عاشق اجل سامهان اُڇي ڳاٽ اچن
ڪُسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو.

(٧٧)

جڏانڪر جانب سان نيهن لڳو نروار
تن تڏانڪر طالبو، تسالو تڪرار
ياد اسان کي يار، من ياد پئون تنهن يار کي.

(٧٨)

جڏانڪر جانب سان ٻينو انگ اڙي
تن تڏانڪر طالبو، گهاري ڪين گهڙي
ڪنديس ڪانہ ڪڙي، محبت محبوبن سين.

(٧٩)

سر ڏني ساجن ملي، تہ هوء مُنهنجو مُونهين وٽ
اهڙي سهانگي سَٽ، ڪا ٻي نياڳي نہ ڪري.

(٨٠)

عاشق معشوقن جا سدائي موتاج
هتان چڏيو هاج، اپا سڪن سڌ ڪي.

(٨١)

عشق جي اسباب ڪي، پر ۾ پڇائون
دارون انهي درد جو ڏاڍو ڏسيائون
آخر والعصر جو، اهين اتائون
تڏانڪر تانئون، سڪ تنهن سلام ڪي.

(٨٢)

سڪين ٿو سلام ڪي، ڪرين ڪوه نہ سلام
پئا در تن حرام، هي در جنهين ديکيو.

(٨٣)

تائين ڪوه طبيب، پايو دارون ديگ ۾
جو هنيون گهاءُ حبيب، سو چينئي چڱو نہ ٿئي.

(٨٤)

ديگيين دوڳ ڪڙهن، ڪٺهي ڪڙڪو نہ لهي
عشق جي الول جا مَگر مَچ ٻرن
وتان واڍوڙين، ڪوڪ نہ وجي ڪڏهين.

(٨٥)

اڄ پڻ ڪنجهو ڪِنجهہ، واڍوڙ ڪي مَنهِي
جي ٿي پيين سنجهہ، تہ هو پها هو پَٽيون.

(٨٦)

اڄ پـڻ دانـهـون دانـهـن، واڍوڙي کي مَنـهـنيئن
ويڄ ڏنيـيـن ٿو ٻانهن، سور هنئين کي سامهان.

(٨٧)

ويـڄـن وڍ وڌام، ڦـکـي ڦـرق ٿـي نـہ کـري
مـوٽـيـو محـب سندام، چاڪ حـکـيمن چوريا.

(٨٨)

حـيـاءَ حـکـيمن چڏي، ٿـيا طمع دار طـبـيـب
ويـڄـن گـهـٽـا وٺـا هـيـا گـورِن سـاڻ غـريـب
مـادر مـنـهـنجي مرض جا آهـن ڪاريگر قريب
اچن جي عجـيـب، تہ وڃن سـور سـنـڌن مان.

(٨٩)

مـنجـهـان مـون آزار، اٿـيـاري اٿـي ويـا
حـبـيـب ٿـي هـٿـي ويـا، پـيـڙا جي پـچار
طـبـيـبـن تـنـوار، هـڏ نـہ وٺـي هـاڻ مـون.

(٩٠)

هـڏ نـہ وٺـي هـاڻ مـون، ويـڄـن جـو وصـال
هِن مُنهـيـنجي حـال، حـبـيـب ٿـي هـادي ٿـيـو.

(٩١)

حـبـيـب ٿـي هـادي ٿـيـو، رهـنـمـا راحـت
پـيـڙا نـيـائـون پاڻ سـيـن، لائي ڏيـئـي لـت
سـپـريـان صـحـت، ڏنـي منجـهـان ڏکـندي.

(٩٢)

اور ڏکـنـدو اهـو ٿـئـي، هـادي جـنـهـن حـبـيـب

تر تفاوُت نہ ڪري تنهن ڪي ڪو طبيب
رهنما رقيب، ساٿر آهي صِحت جو.

(۹۳)

ساٿر صِحت سپرين، آهي نہ آزار
مجلس وير مَنو گهٽو، ڪونيندي قَهار
هٽي خنجر خوب تنهين، جنهن سين ٿيي يار
ساجن مون ستار، سوجهي رِڳون ساهہ جون.

(۹۴)

ويڄن وڏا وس ڪيا، مرض مُنهِينجي ڪاڻ
تان ڦڪي فرق ئي نہ ڪري حڪيماڻي هاڻ
مادر مدارن ڪي، آيل ڪوني آڻ
لِڳي لائن هٿڙا، پليچو چئي چي پاڻ
تنهن ڏني ساجن ساڻ، ويئن سور سنڌن جا.

(۹۵)

سور جنهين کي سريو، سري تنهين صِحت
مني مصيبت، آهي عاشقن ڪَي.

(۹٦)

نينهن نهائِين ڪانءُ، وجي سِک منهنجا سپرين
موڙهوئي منجهہ پري، تپي ڪري تاءُ
متان لياڪانءُ، ڪو تِڪو لڳي رڃ ڪي.

(۹۷)

سڌي هنيائون هٽي ڪري چرَ پِرَ چاڙهيائون
جاَ پر پتنگ پچي ڪري سا پر پاريائون
ڳاڙ نہ ڳاڙيائون، متان سيڪ نہ اچي ساهہ ڪي.

(٩٨)

چُواڪو ۾ چر، شل ڪبابُون ڪو مَ ڪري
متان اجهامن آگَرَ، اچي سيڪ نه ساهَ ڪي.

(٩٩)

ڏا ڏا ڏو ڏڳيون ڪن ڙواڪيو ور
پتنگن پليچو چوي، پچي واريا پر
تان ڪاميو ڪوري وچ ۾ آتيو ٿين انگر
مٿي مچ منگر، مرن پر موٽن نهين.

(١٠٠)

ڏا ڏا ڏو ڏڳيون، ڏِلِيو سوار ڏِرن
پتنگن پليچو چوي، پُڄان جان پرن
تان ڪاميو ڪوري وچ ۾ ٿا ٻارڻ جيئن ٻَرن
مرڪن ۽ مرن، مٿان مچ موٽن نهين.

(١٠١)

مٿان مچ موٽن نهين، چڙيو سانگهن سار
پتنگن پليچو چوي ڳنهان ڪهڙا پار
سر جدا ڌڙ ڌار، اتيهين عاشقن جا.

(١٠٢)

ويچن وينئي ئي، دوس پيهي در آئيو
صحت جي سربر ۾، وجي ڪل ڪَرين پيئي
پيڙ پري پيئي، اچڻ ساڻ عجيب جي.

(١٠٣)

اجهي اچ آيام، جن ڏني تيڙم ڏينهن
چڙڪس منهنجي چت ۾، لڳي اُٽڪَ انهي جي اينئن

جينئن مـن مشاهـدي گـڏيو، اڇي پـاپـو هـيو پـرينئن
سي نــوري مـنجهـان نـيڻنهـن، تـا اڇليـن گل گلاب جا.

(١٠۴)

اڇلين گل گلاب جا، رنـگ چڱي ڪـنهـن روءِ
هنيين ڪي هـنڌ هوءِ، اُهـو پـلـڪ پـسي ٿيو.

(١٠٥)

مـحبـت جي مــيدان ۾ عـــاشـق ٿـــي اڇ
عـشـــق جـو آدم چوي، پـري مَٿـانـئـون مـڇ
جنهـين شيـخون سڃئون، پهـ تـنهـين جي پيچ
لا لائـــي لا ل ٿـــي، رنـــگ انـــهـــي جـي رچ
ســڪــڻ منجهـان سچ، لـڪـي جِمَ لجائـيو.

(١٠٦)

مـحبـت جي مـيدان ۾ عـاشـــق ٿـــي آچام
وجهـنڌءِ سـل سـيـد چئي، ڪـنـدئـي تـيـر تمام
ڪهج ڪومَ ڪلام، متان دوسنائيـن دور ٿيين.

(١٠٧)

مـحبـت جي مـــيدان ۾ ڪـن رڪاٽـي رانـد
هـٽي تـت حـجام چئي، مـانـهـين ٿـج مَهـانـد
ســـسـي نـيـزي پـانـــد، اڇـل تـ اَڏ ٿـيـي.

(١٠٨)

مـحبت جي مـيدان ۾ سـوري پانئـن مَ سخت
مـٿـو مـحـبـوبـن اگـيان وڃ انـهـي وقـــت
عـشـــق نـانـگ تَخت، خبـر ڪاڏن ڪـي پـوي.

(١٠٩)

محبت جي ميدان ۾، سر جو ڪر مَ سانگُ
عشق تَخت نانگ، خبر ڪاڏن ڪي پوي.

(١١٠)

محبت جي ميدان ۾ سينو سپر ڏيج
مُنهن ۾ معشوقن جا جهالُو ٿي جهليج
پَهائون پير مَ ڪريج، عاشق ٿي تہ اُبَهِين.

(١١١)

محبت جي ميدان ۾، سينو سپر رک
مُنهن ۾ معشوقن جا چاڪ چُٽڪا چڪ
سوري آڻ مِ ڀَشڪ، عاشق ٿي تہ ابهِين.

(١١٢)

سورهہ مرين سوپ ڪي، تہ جنگ جامي سين جوڙِ
خواب خيال خطرا، وهم سپ واڍوڙِ
مانجهي نفس نهوڙ، تہ راز پروڙين رڻ جو.

(١١٣)

سورهہ مرين سوپ ڪي، تہ جنگ جامي سين لاءِ
خواب خيال خطرا، پنهنجا سپي وهم وڃاءِ
نفس ماري ڪر ناهہ، جان راز پروڙين رڻ جو.

(١١٤)

قلبُ ڪَسوَٽي هٽي، ساهہ ڪي ڏي سيراهہ
رچي من مِيَن چوي، روح سچائي راهہ
اندر رهي الله، پيون وڃني وايون وسري.

(١١٥)

ڪَشي دَم ڪَمَهَڪُون، پڪڙي جهل پساهه
سوريَ چاڙهي ساهه کي، رک آڳ مٿي ارواح
حمد هينين ۾ حل ڪر، طالب تَنَ لَهي تَر پاءُ
هڻ ڪسوَٽي قلب کي، من ماري ڪر ماهه
دوس سندو دوس محمد چوي، ايئن پوندئي
سرت سماءُ
رهه ۾ گڏبئي راءُ، روبروءِ رفيق سو.

(١١٦)

چست چلي مؤن پڇاهه، وچ تون خاني خرڏونڊن جي
دل اجار دڪان تي، ديک وچي داناهه
پَڳ گِيري پؤ پيش تون، وٺ اَئچر ڪر آهه
صاحب صيقل جا ڏٺي، ٿا من مَليُون ڪن ماهه
افلاطون عقل جا، ٿا سياهيُون لاهن شاهه
تن وٽ سنجهه صباح، تون جُوڏؤن وچ جلال چوي.

(١١٧)

ڪَتَرُ قابلَ وَٽ ۾، هلي وؤن هيڪرَ
پَل ندوري نفس کي، جيَڏ دنيا جا درَ
دؤڙي وَؤن دڪان تي، ڪهه پيچ ڪاريگر
صاحب ديک سلوڪَ جن وٽ جال جَنورَ
سي حافظ حڪمت سين، ڪندا تنهنجا عبان
سب اڪر
ڏيندءِ مُهت مَراتبا اُهي گنج ڏٺي گوهر
نافع ساڻ نظر، ڪندئي من ملي مهتاب جيئن.

(١١٨)

ڪتر قابل وٽ ۾، ويهي ڪج وصال
مَؤ مايا جو ماملو، مستُ ڦتو ڪر مال
دل رکي داناھ سِين، هٿ پڌي ڪَهُ حال
تہ تنها ترين تن ڪان، فيض رسين في الحال
سي ڏوئي ڏَر پت جيئن ڪندا، تنهنجو ساھ
سينگاري سال
تيندئي داد دڪان تان، اي ڪر بات سهي بر حال
ان وٽ حال في الحال، تون جوڏَؤن وڄ جلال چوي.

(١١٩)

ڪِرتين ڪُند ڪُلالُ، سِفلو آھ سُمير ڪان
سو نَوي ناز نظار نہ، شَوُڪي ٿو پہ شغال
توڙي گوهر گَرمل تي ڪرِي ڦاڪون ٿيي
في الحال
تان يي هو ڪُند طبع جو تڪڙو آءِ خارج بد خيال
مگر آهي مردود ڪي دار بقا ڏي دال
توڙي سخن صفا هوئي سال، تان پُٽ ڪڍندو
جَرَح جلال چوي.

(١٢٠)

ميِيءَ مثل جي ميرُ، سِفلو آءِ سمير ڪان
وڙهِي ٿُوٽي واگهہ سِين، ڪو تانُ ڇڏائي ٿير
جُزبي چيز جلال چئي، ڪا پيل پٽيندي پير
ڪُند ذهن ڪي ڪيرُ، آٿيندو ارڪان ۾.

(١٢١)

بَدَ جو ورهيه بدِ، گهڙي نافع نيڪ جي سو ڪمينو ڪبيرشاهه چوي، نگرو چڏي نہ ندِ اهو بدو بي شڪر بد خُواهہ ڪندو بديون بي حدَ هي قابل پنهنجي قرب ڪان هڪڙي رتي پوي نہ رَدِ سو هيٺو هلي حياوَ سان اجان ڪنهن قدر قَريني قد
اُهو جات وَڏاي جَدِ، پيءُ ڏاڏي ۽ پانهنجي.

(١٢٢)

نوڙت نت نياز، آءِ گذرُ غَريبي گنُ وڏو تنُدي تڪبر تڙج طما ڪي، رحم گهٽو ڪج راز جوين وينڌءِ جاڙ ڪري، جيئن اُڏر اڏامي باز پوءِ تهؤن هٽنديں هٽڙا، اهو نت نہ هونڌءِ ناز تنهن ڪان ڪڻ تون سڪ صبر جو ساز، ڪر ڪا ڪيرت ڪبيرشاهہ چوي.

(١٢٣)

جَنِ مَنِ جَهڙ ڳ جَهوَنِ، مولئِ جي محبت جا ڪَنبَنِ جي ڪرڙن پَر، ان ڪي نانڪ نوَنِ وبڻ ورائي وات سين جي ٿا چُوندن ڪي نہ چون قابل ڪَرهيندن سين، پاٿان ڪامل ڪارون ڪن اهي لکن ۾ لِکجَن، جي اهڙي لاکيٽي لکٿين.

(١٢٤)

آهي تہ پيي آهہ، ناهي تہ پيي نہ چوان

عين سهي کر عين کان، پس چاتي منهن پاءِ
صورت سپيرين جي اندرِ روحِ رَهاءِ
مورت جا محبوب جي، سا لَؤن لَؤن منجهه لڳاءِ
حال سهي کر حال سين، ٻئي کي کي مَ ٻڌاءِ
تہ ساجن ڪَلَ سَندياءِ، لهي سگهي صدرالدين چوي.

(١٢٥)

سچڻ سَنيون ڪن، لوَڪان ليکي ونگيون
سندي سپيرين، پنَر پروجهڻ ڏاکڙو.

(١٢٦)

ايئين جا نڪ اندر ۾ سجڻ ڪنو جانکي منجهه ڪپَ
سو موتي مشاهدي ڳڏئو، جو ساندي ڪڍيو سپَ
راڳ تنهين جي رِپَ، هنيين جنهين حال وَهي.

(١٢٧)

ڪالهوڻي ڪرَ ڪيمَ پُڇ، نہ ڪا اڄ صباح
وڃن تنهين سان واڳيو، جيڪي پَسين منجهه پساهہ
رڙهہ رباني راهہ، متي حال هشيار ٿي.

(١٢٨)

ڪنهين ماضي من ۾، ڪنهين استقبال
حاصل جنهين حال، تن سامن سچ پرائيو.

(١٢٩)

جڏهن سچي سڪ جو، حاصل ڪيئي حال
وڃي ٿِيي وصال، تڏهن قرب قريب سين.

(١٣٠)

جڏهن سچي سڪ جا، پنا پرت پڙهياءِ

تِهان پوءِ ٿياءِ، ساجاهہ سپيرين سان.

(١٣١)

سڪ نہ آهي سُتري، ڪن پروڙيو پير
ڪسڻ ذاران ڪير، ڪري سڌ صراط جي.

(١٣٢)

ڪڏهن اڪر عشق جا، پنا پڙت پڙهياءِ
تِهان پوءِ ٿياءِ، ساجَهہ سپيرين جي.

(١٣٣)

عشق اَوکي اڪرين، سُچي شينهن جِهو
وات جنهين کي وجهي، وسان سو ويو
پرو تا نہ پيو، انهي محبتي مجاز جو.

(١٣٤)

عشق نہ سوکي راند، جان کي کيلينس ڳيرو
جيءَ جسي جان کي، پچئو ڪري هيڪاند
سِسِي نيزي پاند، لوڏيندا لڪ ويا.

(١٣٥)

شَدون جي شوق جون، مدون جي محبت
حاصل ٿي حڪمت، ظاهر زبر زير مان.

(١٣٦)

جاءِ وقف وقف جو، وجي وِرِهہُ لڌوءِ
تڏهن پڙهي ڪر پُڙدوءِ، سيپارو سَاجاهہ جو.

(١٣٧)

سُورَ ساجاهہ سُورَ ۾، جيڪي پير پڙهن
ري پڙهي پروڙ جن، سيپارا ساجاهہ جا.

(١٣٨)

مطلق جو معرفت جو، جائز جن جوازُ
سڀ رهائي راز، ڪشف قلبي تن جو.

(١٣٩)

ملت محبت جن جي، مذهب تنهين موت
فرض فنا جو فوت، تن ڪان طاعت نہ ٿيي.

(١٤٠)

فڪر ۾ فاني ٿيا، ظاهر ۾ زاني
تنهين کي تعليم جي، آءِ ڪُڙهہ اندر ڪاني
هو جو حرف حقاني، سو ڏَوُر ڪيائون دل ۾.

(١٤١)

جنهين دور درد جو، سبق سور پڙهن
فڪر فرحي هٿ ۾، ماٺ مطالعہ ڪن
پنو سو پڙهنِ، جيِءَ ائين اکر آئيا.

(١٤٢)

ڪاتيائون قرآن کي، ڦرهيءَ تي فرقان
مري لذائون مان، جُزَ وجائِي جوڳيين.

(١٤٣)

جسي منجهہ جبار جو، ”حنفي“ خيمون کوڙ
”جَلِي“ تنهن زبان سين، چارئي پهر چور
فهم سين فرقان ۾، اسم اعظم اور
پيا در ڪِيمَ ڏور، اهو اَمُلُ اتانهين سپجي.

(١٤٤)

پاڻ پانهين جو پاڻ ۾، ڏنم جان پيهي

تان نہ ڪا خلق، نہ ڪي ملڪ، نہَ ڪي آسيئي
ٻولي ٻي ويئي، لات پريان جي هيڪڙي.

(١٤٥)

ورق ورائڻ ڏوھ، آءِ ٻنا پروڙ پڙھين ڪي
سي ڪهڻي ڪهندا ڪوھ، جي رهڻي رهندا ڪين ڪي.

(١٧٦)

پڙھي پروڙيو جن، ورق ويڙھي رکيا
تان پي وري تن، حرف نہ اچي هيڪڙو.

(١٤٧)

اکر جو الف جو، سو مطالعہ ڪيو مون
تان تنهن منجهہ تونهين تون، ٻي لات نہ لحظِي جيتري.

(١٤٨)

روزا نمازون، ڪي ڪُجاتيُون ڪن
پايو منهن مصاف ۾، ڪي ڪَافر ٿا پڙھن
آسين منجهان تن، جن پيٿ نہ ڏني هيڪڙي.

(١٤٩)

وَجِي رس وجڻ ڪي، وجڻ پڻ وجاءِ
لوڪان پاڻ لڪاءِ، لِڪان پڻ لڪيج تون.

(١٥٠)

لوڪان لڪي سي ڪو، پر لِڪان لڪي ڪونہ
اتي ويٺي اون، ان اُلٺَي ڳالَهہ جي.

(١٥١)

اک الٽي ذار، وَڙن الٽو عام سين
لوڪ لهوارو لَڏيو، تون آچو وڙن اوپار

منجهان نيچ نهار، وڄن پنيرو پرِ ڏي.

(۱۵۲)

نندييان نفعو ناهي ڪو، وڏي وساري
مجوسي ماري، اڪبر ڏي اچيج تون.

(۱۵۳)

اصغر ڏي آهين گهٽا، تون اڪبر ڏي آءُ
متان لوڙ و لاهيين مجوسي مٿا
حيدر جي هٿا، وڙهه تہ ويري مارئيين.

(۱۵۴)

عين شرڪ ايءُ، جيئن بي شرڪ پانئين پاڻ کي
هڏهن ڪونهي هيء، تون هونهين آسارا "آءُ" چوين.

(۱۵۵)

ڪڏهن تان ڪونہ پيو، "آءُ" سين ان پار
"اِن الله وِترُوَيُّحِبّ الوِتر" ، نيئي پيائي بار
هيڪڙائي وٽ هارِ، هنجهون جي هوڻ جون.

(۱۵٦)

احدان اڳي جا هئي، سا سونهاري صفت
آهي اشارت، پر سڌن کي ٿي سُٿري.

(۱۵۷)

صفت سنگ احد سين، احد صفت ري ناهہ
"آءُ" ۽ "آئين"، بيئي "بيائي" ٿيا.

(۱۵۸)

ان کي اِيئن جڳاءِ، توکي اِيئن نہ چوٿو

اُتي آهہ الله، آهين بُڻ جنهين جي ڏُن جو.

(١٥٩)

رڱون تيو رباب، وڄن ويل سپ ڪنهين
ڪَرهو تيو ڪباب، تہ گهاٽو گهمي پاٽهين.

(١٦٠)

جا سُتيءَ ڪي ساڄاهہ، سا جاڳنديءَ نہ ٿئي
تِنهائين مون ماءُ، نيڻ هيرايا ننڊ سان.

(١٦١)

جاڳيين ڏڪجاڙئان، سمهڻ ناهي سور
ننڊر مڙيئي نور، جنهن ۾ پسڻ پرين جو.

(١٦٢)

ڳجُهہ تي ڳوليم ڳُجهہ ڪان، اندر ۾ ارواح
ساهہ نہ سلتي سا ڳالهڙي، واتان چيم نہ واء
آتش جو اُهاءُ، جهليان تان جهليو نہ ٿئي.

(١٦٣)

آءُ ڳجهہ پرين جو، پرين منهنجو ڳجهہ
هنيڙا اجهہ مَ ٻجهہ، پرينيَائين پرين ٿيا.

(١٦٤)

تو تات جَن جي، تَنهين تنهنجي تات
"فاذڪروني اذڪُرڪم" اها پروڙج بات
هت ڪاتي ڳڙ وات، ايءُ پچڻ پَرِ پرينِ جي.

(١٦٥)

سچاپي نہ صورت ري، تنهن جي صورت هڏ مَ سوجهہ
وجائي وجود ڪي، ٿيءِ ٻاراٽي ٻوجهہ

اَوَتـڙ وجي اوجهہ، تہ تيائـيـن کـو تَڙُ لـهـيـن.

(١٦٦)

سوجهيـنـدي صورت کي، ڪِي نہَ سُجاتـو ڪُلَ
حـسـابان هـٽـي ويا آهَـن سـي اَمـُلَ
اِهـا آهـي تـُلَ، تـازي کـي طـبـيـل ۾.

(١٦٧)

سوجهيـنـدي صورت کي، ڪُل سجاتـو ڪِـيـنَ
جانـب منهنجا جِيـن، محرم ٿـي مـري ويـا.

(١٦٨)

محرم ٿـي مـري ويـا، مـاهـر ٿـي نہ مـئـا
چِڙي جـيـنءَ چهنـج هـٽي، لَـڏيـائـون لـِئـا
حـبـاب ئـي هـئـا، انـهـيءَ وادي وچ ۾.

(١٦٩)

ازل اوري آءُ تـون، چِڏيـم "پاڻ" پـچار
شـرڪ سـاڻ سـتـار، گـهـاريـم گهـٽا ڏيـنـهـڙا.

(١٧٠)

اڄ ابـاٹـي پـار ڏي، تـيـون ڪـونـجـان جيـئـن ڪـَرڪـَن
ڪامل تنـهـن قـريب لـئي، جيـڪي ٿـا ڪـَرَ ڪـَنِ
مانَ اچي ڪر ڪن، منهنجي سـي مـنهنجا پرين.

(١٧١)

آيـم اڄ اُتـان، پـانـڏيـئـڙا پـيـر پـري
آءُ گـهـوري ان تان، اُتـو جن آيـا پـريـن.

(١٧٢)

ساجـن سـاٿـي سـاهہ جـا، پـاڻ آيـا پـيـهـي

تن پورهيت جي پيهي، اڏي پاڻ اچڻ سان.

(۱۷۳)

ڪوني پر ڪوني، ڇيائون هير متان اچين
اڄ تنهين ڪوني، سڪون لاٿم ساهه جون.

(۱۷۴)

وَنيين منجهه وصال جي، ڪاڪا ڪاني پاءِ
دو بيني دور ڪري، معرفت ملهاءِ
سپيريان جي سونهن ۾، رخنو ڪو مَ رهاءِ
اڪ آشهد چاءِ، تہ مسلماني ماڻئين.

(۱۷۵)

هر هر هٿ مَ لاءِ، هيءَ ڳنڍِ ري ڇهنڊڙي نہ ڇُڙي
حاتم هزارين وئا هَئي هئي ڪندا هاءِ
ان وَر متان ماءُ، ڪوڙين پُليون ڪيتريون.

(۱۷٦)

سڄي ڇوڙڻ سُٽري، جي اڪولين اڌ ڳنڍِ
تہ ڪَڙو لاهين ڪَنڍِ، سپيريان جي سيرَ ڪي.

(۱۷۷)

محبت سندو من ۾، پُر پيالو جن
پين پرچا ناهه ڪو، ڪنهن جي ڏانءِ ڏنين
جنهن نهايت ناهه ڪا، تنهن سُڃا سُڄ وڃن
تيلانهن اڄ مرن، سدا سائر سير ۾.

(۱۷۸)

سدا سائرِ سير ۾، اندر لهي نہ اڄ
پسڻ جو پرين جو، سو سپوئي سنج

تيلانهن لهي نہ اچ، سدا سائرِ سير ۾.

(۱۷۹)

سُجَڻَ سُڄَ سُهاءِ، سُجان وڃن سنجَ ڏي
سُحيَن سُڄ منجها، سوجهي لڌا سپرين.

(۱۸۰)

حوصلو حيرت ۾ وڃي لڄاٺو
ويچارو ڪاٺو، جو ڏسي ڪين ڏسڻ ڪي.

(۱۸۱)

حوصلو حيرت ۾، آهي نہ مٿي عام
محبت سندي مام، سا ڪُور پروڙي ڪينْ ڪي.

(۱۸۲)

وسريين نہ وَس، ڪنهين قول قريب تون
بنان الائڻ آنهنجي ڪانہ اچي ٻي ڪَس
پَهس وَٽِي ڪيوَ پانهنجو، روح ربهي هي رس
سا ڪا ڏاهپ ڏس، جنهن سين جُسو جاءِ ٿيي.

(۱۸۳)

پَليُون جان پَليانس، تان پلڪ پِريان ري نہ رهي
جهليو جهيڙيو جندڙو، آرا سيو آٽيانس
جنهن جهوري ڪان جهليانس، تنهن جهجون
جهوري تي پَوي.

(۱۸۴)

اڻ تڻ اور عجيب جي، هڪ جهجڻ ٻي جهوري
چشمن جي چوري، ڪنهن ڪان سڪيين سپرين.

(١٨٥)

چوريون چشمن ساڻ، ٿو وڏو کسب قابل تون کرين
هڪڙا عين تنهينجا آب پريا، پيو آهين سخي
پاڻ سُڄاڻ
حاضر تنُهنجي هٿ ۾ سندو محبت ماڻ
تڏهن کسيو دل کنيو وڃين، هَٽيو ڀهڳڻ ڀاڻ
هن مُنهينجي حال جو، آهي ڄمر لانکون تو ڄاڻ
پرين پاڻ سڃاڻ، مار مَ مشتاقن کي.

(١٨٦)

لڱُڙک نہ لکڻ ڏين، کريو پوَن قلم تي
وسيو ولي داد چوي، پنا پُسائين
اهڙا ئي آهين، آلا ڦٽ فراق جا.

(١٨٧)

ڦري وڙن فراق، مون کي پرين پرچائيو
اکِي چڪيا تي چاڪ، سي پري گڏجي پورا کيا.

(١٨٨)

گوهر کٽي گهورِ، موتي چڏ مکان تي
سو کو ڏاهو ڏور، جو سوپاري سچي کري.

(١٨٩)

گوهر کنان گسر، پچيج پار پريت جو
موتي ماڻک ڏس مکان تي، کج ويلهہ
سُوبلان وس
دوسان دَر دوس محمد چوي، سوڏو وج سرس

پاڻ وڃائي پس، تہ سوپاري سڄي ٿيي.

(١٩٠)

چور اِيو اِيئن چوءِ، تہ آءُ اھوئي آھيان
توڙي اُسي اکين ھوءِ، تہ پہ لَھي کونہ لِکي کي.

(١٩١)

جي مشتاق مئي جا، سي موران نہ موٽن
نَفيان نابود ٿيو، اثباتان اچن
جي ٿي کات کلالن کديا، تہ ھي پتنگ جيئن پَوَن
کنھن جيئن چال چلن، آڳڙيا اچل تي.

(١٩٢)

اڄ پڻ آڳڙيا، سوڏا سراٽي
پياريندا پاٽِي، سيروھين کي سون جو.

(١٩٣)

جن جون توڙائي تکيون، سي سھن کين سراڻ
اڳي ان دکان، کٽ چڙھي ئي کين کي.

(١٩٤)

موکِي مَنڌ پري، شيشا رک شراب جا
سا ھَن سر سنباھيا، سرکي کاڻ سَري
ڌُھرا ڏُنگ دوس محمد چوي، قاتل آڻ کري
ايندا تو گري، سسيون ڏيندا ست ۾.

(١٩٥)

موکي پري منڌ، شيشا رک شراب جا
ساھُن سرو ساريو، پُريا مٿي پنڌ

اچي ڏيندئي آڳڙيا، ڪُلهان ڪوري ڪنڌ
ميخاني خان ملَند، ايندءَ اڄ اڱڻ ۾.

(١٩٦)

جي سي اڱڻ آئيا، تہ سرو ڪندئي سُڄ
اهڙي تيندَيس اِڄ، چوندا: هي پيتو پيسو آڻ ڪِي.

(١٩٧)

ڪُوڪيءُ ڪوھ نہ ڪلال، جڏهن ڏنئي سَپُ
سراھ ۾
پچين مت پورا ڪري، هٿ پہ چنڊي هار
تہ دانھ تو دربار، اڱهورِي تي آئِيا.



# سينگار

(١)

جيين گام گلال، ساجن ڪٽي سبيل مان
تڏهن هاٿي هنجهه حيران ٿيا، دم تنهين در خال
اَئنگي ڪان عجيب جو آهه قابو ڪر ڪمال
لُنوَن لُنون سينڌ صفا گهٽو، لب لاليءَ ڪان لال
آهو ادب ان جي پيو ڪُرمتشن منجهه ڪنگال
رَهه، ڪئچن، ماهه، ڪنگوروَن، وَڏ جانب سر جمال
اَهه ڪارا، عودي تُڳي، تہ ڪا موءِ مثال
قد قامت ڪنيها پرين صنوبر ڪان سال
تن جي نام نهال، ڪئو هُئيُ سرِ سليمان چوي.

(٢)

هو جو پيتمَ سرِ پَڳهارَ، تنهن ياقودن ڪي ياف ڪيو
نڪري رخسارن تي احمر ٿيا اظهار
آءُ جوين جا جوهري تون نرتئون ڪر نهار
طرح تماشو تان ڏس ويهي تون وينجهار
تان هڪ اڳي ساجن سان سينگار، پي وڏي جوت
جڙاوَ ڪي.

(٣)

ڏُلِڪ چلن جنهن ڍار، تنهن هٽي هاٿي هنجهه
حَيران ڪيا
ڪڏهن ڪنڌ ڪلهن ڪان وِسَيهرَ جهڙس وار
لَئسي تنهن جي لڪ تانَ صدقو ٿيا سؤ بار

پـرون تـَنهن جا پوئـنـر جان، اڪـيـون مـيـنـگـهـه ملار
جيـنـئـن سـورج صـبـوح جو نـڪـري، اُيـري ٿئي اظهار
تـيـنـئـن پـيءُ ڏنـو سي پـانـهـنجو، هـيـنـئـن ثـابـت
سان سينگار
اِنهـيـنـئي سَچي سـِڪَ سچارَ، ڪـئـو خوش من خوب
**خضر** چئي.

(۴)

جينئن سي ابر بهـار، تيـنـئـن ڪـنـول ڪيس قريب جا
سـي آلـيـهـر وانـگـڻ اُلـٽـيـا، يـَـرِ بــدن ڊريــا ڍار
ســرو ڪـنـان ســوڏا پـريـن، مُـنهـن مـوتـيـان موچار
چڏي هـنـجهـه لـوڏ لـڪـي ويـا، گـنـير جي گـفـتـار
ٻڏي ٻـولـي ٻاجهه پرين جي، ڪـوڙِ ڪي نـ ڪوڪار
چڏي سج صـفـائـي ويـو گـڏجي مـنـجهـه غـبـار
آهـِن چَئـن چـڪـور جان تـنـهـن پـيءَ پـپـيـهـل پـار
عـاَرف جي اچڻ جا آگـم تـيـا اظـهـار
اُهــو ســاجن ۾ ســنــسـار، مــنـهـنـجـو جانــب وڏ
**جلال** چئي.

(۵)

ڪَونـر ڪـرائيـيـن ڪـانـه، پـيـريـن رونـق پرَ جي
خوبِي طـَـيـر خـُروس جان، چيا پـگ بـــرابــر پـَـا
آرتـي آبـي عـــودگـــر، اگـــن نـ اهـــڙي آهـ
سيـڪـر سَهـمـيـو ساهه ۾، شـيـر سَـنـگـيـو شرما
مَنچُون مـيـنَ مـشـاهـدي چـِيهـَل ايَـنـدو چيا
چـتـرِڪَ چَيَـنَ چريا ڪـِئا، ڪـوئـل ڪيل ڪـُمـاهه

پيو ڪو رنگ روا، اڳيان جانب روءِ **جلال** چئي.

(٦)

وتافر وَرُون، اسَد چينَ عجيب جي
وَتَن ڪنجل لوڏ قريَب جان، منذر مُک سندونِ
آذر اَبظر عدُگر، آهو عين ڏسون
ڏچَ دامني، مينِ دَهانيِان، پَپيهہ پڪار سٽون
هي جو ساهہ سندون، سو نيائون غمزي ساڻ
**غلام** چوي.

(٧)

تمهر روپ ترنگ، آهن ڪنول ڪيس قريب جا
سهہ ڳچي، قد سرو، ڪَؤنتَر ترنيف نسنگ
فوڳر فوڳ فَرانهہ جا، مزگان ڪيس خَتنگ
لَڪ لئسي، اهَر ڪپور، پران پوَنر پوَنگ
تن سُسايا سارنگ، هن جو جلو وڏ **جلال** چوي.

(٨)

دَڏست آوت ڏَنَڪَ دڪاوي، پوَنُ پبَذارَ اُتنگ
آڱم اَنبر چمڪي بجلي گرج گرج گُن گنگ
بَرسن بنَي جون بَن چَلي مئنگل، سارنگ سُجان سُمُنگهہ
اُونگهہ اُڙت پُونگر پُونگ، گيند رَهي جَل سنگ
ڪَرم قَويسر ڪَهہ تان خالو روپ ڪليا سپ رنگ
چاهہ چتر چر چنگ، پَپيئا پڪارن پيءَ ڪي.

(٩)

چيهان چَڱَڙس پير، ڪونر ڪَرانيان ڪيلَهي

بئنسر پاتي بامني، هاجي خاطر هير
وتي واسينگن جان سُرهاڪيو سير
سَنگي سورج اپريو منجهہ مُلحظي مير
تہ هيءَ ڪامڻ آهي ڪير، اِينءَ پريون پڇن
ٿيون پاڻ ۾.

(١٠)

چِپَ چِينهون، مُنڊ ماهہَ مُک، پَونگ اَليهر پَت
تَنهن جي ديهيءَ ورن وتَاهرو، اَرنَ انَارل ڏت
طرح طاؤسان ڪامڻي، چِلَي تہ گَنير گت
هينئڙي آرو آت، ڏانهن آهہِ ڏسڻ جو.

(١١)

مَندَهَر مُکِي، گَجَر پَکُوندِي، گردرِ گهرائي
لگِي نہ تنهن جي لوڏ سين، ڪا وَسونُوَ ويجهائي
ڪيس ڪَتُوهَر ڪامڻي پُونَهن پَسُرائي
ڪوول اجهي ڪانہ ڪا سٽي سا وائي
هندوو حيران ٿيو ڏسي (لبن) لالائي
ڏهَہ ياگَان ڏُوڏر ڪان سنان سوائي
سِيڪارِينِ **سعيد** چئي، سَرِيهَہَ سٽائي
آهين اهڙائي، پسڻ پار پرين جا.

(١٢)

حَلِقَ هَنجَهرَ، مُکُ ماهہُ، آهو عين عجيب جا
وَسازِي ڪان وتري اَرنائي اڏرا
ڏؤنرَ دَهَر ڏونرا، چِياَ ڪَندا پُرِپَ پٽاندر پيءِ جي.

(۱۳)

گوري گنَنوَن ڪامٺي، نَهَرو چيني چين
هوتَ هندوي، سهه گچي، بَجَنَ سيتَ سَبين
ڪامڻ ڪَويلَ ڪپول ڦر، دونو دَچن دچين
ابرو پَونر سِياَه ڪچ، طرح تليهر تِينَ
خنجن نئن خضر چئي، مرگهه مات ڪئا مِينَ
سٺي سخن سيٺات جو، ڪُچي ڪوول ڪَينَ
چيا ماڪي چيا مصري، اِنهان ميث مَنجهينَ
جي اهڙي حسن حسين، تنهن سان ماهه مشابهت
ناهه ڪا.

(۱۴)

ڪنجل قيصر ڪنبئا، تنيا طاؤس ترڪ
نيٺن ڪان نواز چئي، چڏيو مرگهه مرڪ
آفتاب عرق، ڪئو محسن منهن محبوب جي.

(۱۵)

چمون جينئن چاتيان، نيڪ نوازي جيهڙا
دل اندر ڏينڻ چوي، جواهري جاران
وحدت ايءَ واتانِ، جينئن ڪرهه سڪيائي
ڪانهَ ڪا.

(۱٦)

تنهن منا لب محبوب جا، منا پرين مون پاڻ
منا روپ پريا رخسار ان جا، گهٽن پريا ڳالهاڻ
منا نئن نجيب جا، مني ريجهه رهاڻ
تنهن مني ساجن ساڻ، منهنجا منا پيچ پريت جا.

(۱۷)

تَرنگ تليهر تيُن نہ، نَئَنَ کُنجا تو کامٽي سرو کنا سوڊا، پرين حورن کان بہ حسين ڳالهائين لِسان سان، تڏهن ڪچي ڪوول ڪين تنهن جي سونهن سپيهل جَهپئو، بدل بنائي بِين ايءَ سُنّي ساک سَنديِن، ٿيو خوش من خوب خضر چئي.

(۱۸)

تَرنگ تليهر تنهنجا، مرگهہ اکيون مُک ماھ ياقوتي لالي لبين، ڏوڏر ڏند صفا اُلدَہ انگ عجيب جا، پِسَونر پِرُون بَنسا سَرَوَکَنان سوڊا پرين، ڪونتر نيف نَمَيَا سهہ ڳچي، ڪٺَ ڪَيسِري، چيهي چرن چمَيا هنجهہ گنير حبيب جي، پَسي لوڏ لڄئا تنهن جي سٽي وائي سقري ڪي ڪوول ڪوڪ نہ ڪا

ماڪئان مصرئان مني گهٽو، صحبت سرس سوا شان سخاوت اڳرا، دوسو دل دريا تن جي ديهيءَ ڏمَ چَپائي، شمس قمر شَرميا نواڙو نرمل ڪي پرهہ ڪري پُوَڄا جنهن جا پيا ٿي پَرِلا، تنهن پاتا پيچ پِران ڪي.

(۱۹)

سونهنَ سخاوتَ شانُ، سَپ ڳُڻَ لائقُ سپرين چيهان چرن چنگان گهٽو، پاريور پگ پان

سـجڻ ســوڏا ســروَ کان، کــيــهـَر ڪـَـٽَ ڪـَـسـلاَن
ڪـنجل هــنـجـهـ ڪـنبــي ويـا ، چاَل بــرابـر چاڻ نـہ
ڏيـهـيَ ڏمَ چـِپائـي، شـــمـــس قـــمـــر شـَـمـدانَ
ڪـمر ڪـئنچن اگـن عـجيب اڳئون مات ٿيا مرجان
اُلدَہ انـگ عـجيب عـجائـب اڳرا، ريــشـم ڪــرمــچ
ڪل قَرباَن
وَڏ ڪــيـلان ڪَرَ ڪــرايـون، ڏٺا دســت دَيا جي دان
قاَبو قـائـمـ ڪـَرُ قريـب جو، ويـا ائـنـگـي جا اوسـان
ڪـوول ڪـونج ڪـچي نَـهـين، لفظ نـہ ڪَـهـن لسان
لـبن لالـي لـعــل کـان، چا رونـــق رنـــگ رومـــان
هـــيـرا حـــيــرت ۾ وڏا، ڏوڏر دَچن دهان
دوس منا **دوس محمد** چوي، تـلـخ تـنـهـيـن وٺ تـانَ
سـالـڪَ سـالَ سَيـيـن پـَريـن، صـورت سـرت سُجـان
رُوءِ رمــز پسـي رخسارن جي ٿـيا هِندُوا هندَ حيران
چيـهـون چپ چريا ڪـئـا، پـَـونـــر پِـــرُنَ بَــيــران
ڪـَنـؤتر نــيــف نمـايـا، الـيـهــر ۾ ارمـان
سـاجـن جي ســيـنـگار جا بي حــد بـاب بـيـان
ڪامت تنهن جي ڪانـہ، جنسِ جڙي ٻي جوڙ ڪا.

(٢٠)

تــرنــگهـن تـلـيـهــرَ، ابــرن پؤنــر عــرق ڪـــيـا
آهـي نـيـف عـجـيـب جو، ڪــنا ڪــيـل ڪـَـثــر
نــئـنـن مــرگـهـ نمـائــيـا، فو ڳان وڏ فـــوڳر
لـــبـن لالـــي لال کـان، اَرنـــا اَت اڏر
ديـڪـــي دنـــد دهـــان ۾ ڏري پـــيــا ڏُوڏَر

ڪوول وائي ڪم ڪي انهي حبي اَئنچر
ماڪئان مصرئان منا گهڻو، سهَان ڳاٽر سَڪر
ڪيلان ڪَرَ ڪرائيون، دست چڱا دلبر
پسي انگشتيون عجيب جون، جَهپئا سپ جهنوَر
تنهن جي ديهيءَ ڏمَ چِپائي، عرشن منجهہ اُبَر
ڪَيسر ڪَتَ ڪنَبائيو، گَئي گَتَ گَنيرَ
چرن چڱان وڏ چوُڙ ڪان، پگ ڪَان پارَيور
تنهن جوت ڏسي جانب جي، اچي نايو ڪنڌ قمرَ
صورت سپيرين جي ٿِي آفتابان اَجگر
سي ڏيک سچڻ دوس **محمد** چوي، سان آهن
گڏ اندر
نا ئي نيڻ نهار تون، پئا چو ڏُوئين در
رک سو نافع منجهہ نظر، تہ منجهان تو معلوم ٿئي.

(٢١)

سپ ڪنهن ويل سچڻ جو خاصو خوب خيال
شان سخاوت اڳرا، قائم زور ڪمال
صورت سرت شبيهہ ۾ ڪونهين ماهہ مثال
ڏرسن ۾ دوس **محمد** چوي، جانب وڏ جمال
تنهن سان لڳي لالي ڪانہ ڪا، سو لالون ئي لال
تنهن نظر ساڻ نهال، منهنجو من مهتاب ڪيو.

(٢٢)

سپ ڪنهن ويل سچڻ جو، اوچو ني اَغماز
قمر شمس قريب ڪي، نيو ڪن نياز
پجي پري ٿي بامٽي، ڏسي درسن دور دراز

ڪُنجل ڪَيسر ڪنبئا، ڪن لوڏان ڪٽ لحاظ
تَرڪ تلِيهر پوَنرپرن ڪئا، اهي سڀ ترنگن
آهہ تواض
ڪُرنگ ڪنئوتر ڪمر پئا، هن جو حوران وَڏ حجاز
ساجن جي سينگار جو، ڪنهن ڪن ڪونہ قواز
اڳيان دلبر **دوس محمد** چوي، اهي سڀ رنگ رواز
تنهن ڏسي مُک محبوب جو، ٿيو منهنجي من مجاز
دل سُوڙهي ويا دم ۾، جيئنئن سو بحري باز
تڏهن حرف وچو گڏ ”هوءِ“ سين، ساهہ سَنبهي
ٿيو ساز
تونهي تون هي تن مان آيو، ايُ آواز
ٿيو روح تنهين سين راز، جنهن پاتا پيچ پران ڪي.

(٢٣)

سڀ ڪنهن ويل سجڻ جي، جوت ڪري جُلبا
لالي تنهين لال سين ڪانہ اچي ٻي ڪا
صورت سونُ جَهڪايو محبوبن جي ماهہ
سپيريان جي سونهن ڪي سورج ڪن ثناهہ
سي منهنجا دلبر **دوس محمد** چوي، آهن برق
ڪنان بي باهہ
روح اچي ريلو ڪيو تنهن ڏي عشق منجهان ارواح
سو شافي شفاعت اڳرو، ميرمحمد شاهہ
(صلي الله عليہ وسلم)
تنهن نافع جي نگاهہ، منهنجو من مهتاب ڪِئو.

(٢٤)

ڪنجل ڪَيسر ڪَنبئا، چال چريا ڪئا چِينَ
ديهيءَ ڏمَ چَپائي، ماهہ مشابت مين
مرگهہ مٽ محبوب سان، ڪوول ڪونج ڪَبي نہ
سي دوس منا **دوس محمد** چوي، سالڪ سرت سنگِينِ
هلي ڏس حسين، جينئن شمع بِري شَمِدان ۾ .

(٢٥)

ڪَرَنَ موٺ، ڪَويل ڦَر، سر سالُون سوسن
جب گوري گهناَ ـري، گهري پاس گَگهنَ
ڏنو ڪيس **ڪٽي** چوي، ايءُ جورو جوين
ميان منهنجي من، ڪئا نينهن تنهين جي نجهرا.

(٢٦)

جب ڳوري ڳهنا ڪري، نئُون ست نرمل نار
اٿ رکي اغماز سين، چگّان چئنچل چار
مهندان مخبوبن جي اهي چَلتَ آهن چہ ڪار؟
اُڏنتَ اولي سي پئا، پُري پريان ڪون پار
ڦول ڦڪا ڪئا سجٽين، ڦلَ ڦاتي ٿئا ڦار
اهي سَپ نَظَر ساڻ نڪار، ڪئا ڪامل **ڪبيرشاهہ** چوي.

(٢٧)

جب ڳوري ڳهنا، ڪري سيلا سر سنگين
ڪيل برق قربان ڪئا، متان بئنسر يِنَ
ڪَنئچن بَيضا ڪم ٿيا، ديکي جُلِبُ جبين

سيسَ سُسيهـَر سُسئا، پئا مرگهہ ملحظي مين
داَ دَرُ دُوبـَيَنَ پـُلايـُون، سنگُ صدقي تان چين
ڏاران عشق نہ ڏار، ٿا ٻـولي ٻولن ٻي نہَ
اهڙا محب مَهين، منهنجا قابل **ڪبيرشاهہ** چوي.

(٢٨)

جب ڳوري ڳهنا ڪري، سالون سر سامان
تنهن کي ڏهہ ڏون ڏسجن ڏينهن ۾ نو ست نال نشان
چَلتَ چال چريا ڪئا، اُڏَنتَ ۾ ارمان
ڦُلَ ڦُل ڦوڙَ ڦـتي ڪِي، روءِ پسي رويان
تنهن جي قد برابر ڪانہ، يقنانُ **يوسف** چوي.

(٢٩)

جب ڳوري ڳهنا ڪري، زيور ذاتيون ذات
ويس وڳا واسينگ ڪئا، بادل ۾ برسات
جهينگن جهالارن ۾، چَمَ چيپي ڪي چات
مون کي طلب تنهين جي تاتَ، آهہ يقينان
**يوسف** چوي.

(٣٠)

جب گوري گهنا ڪري، ريزا پرهي راس
ڪُنجلَ هنجهہ ڪنبي وئا، تهل پسي تـوراس
پِرون تنهن پونئُراهہ بان سونهن خوب سنداس
منهنجو خيال **ڪٽي** چوي، پيو تنهين جي پاس
تنهن پابوهي پاتاس، پسو پيچ پران ڪي.

(٣١)

جب ڳوري ڳهنا ڪري، ڪارهن پنج پرهاڻ

نــَـَ ركــي ســا نــاز ســين، كـئـو تــيـلـو تن تكاڻ
پسي ڪيسَ قـريـب جا، ڪـَتـُئـيـن چڱيا ڪـاراڻ
هنجهہ گـنـيـر هـونـدن چوي، تـئـا هلڻ پسي حيران
لـوڏ مـقـابـل لـهـن تـا انـهـي جا اُهـجـاڻ
سـورج چـنـڊ شـرمـائـيـا، سـونـهـن تنهين جي ساڻ
جڏهن پريـن نـِڪـتا پاڻ، تڏهـن حـورون هنڌ لڄائيون.

(۳۲)

جب گــوري گـهـنـا كـري، زيــور ذاتـــيـــون ذات
ويـس وڳا واسـيـنـگ كـيـا بـادل ۾ بــرسـات
پـنـگـَمُ روءِ پـريـان جو، جـهـڙو جـلـب جـَبات
ڪَنجل هنجهہ ڪـنـبـي وئا، مـُڙي ڪـري مـصلات
ڪـن سـَروَ سـلامـا سـجـڻـيـن، نـِـيـو نـِـيـو نخلات
ديـهـي پـَسـي ڏِمَ چِپـي، وِرسـي مـنـجـهہ ولات
شـمـس قـمـر صـورت سـان مـحـبـوبـن ڪـيـو مات
مـور ڪَـنـي، مُـڪُ مـيـن جـيـنـئـن، سُجَ سونهن سقلات
ڏوڏر دچن دَهـانِ ۾، لـب لالـي لال لـفـات
پـسـي اَنـف عـجـيـب جو، سـوئـيءَ لـگـي سَكـرات
نوآڙو نـرمـل كـي پـوجـي تـو پـريـات
كـوول كـبـيـرشـاهـ چـوي، چـپ كـي وائـي وات
حـورون هـَنڌ لڄائـيـون، گـهـور تـنـهـيـن جي گـهـات
تنهـن فَهـمِيـَدي فـرحـات، دلـبـرَ ڏنـيـم دل ڪي.

(۳۳)

جب گـوري گـهـنـا كـري، ان ڏوٽـا اغـمـاز
ڏهـہ ڏون ڏيـنـهـاٽـي كـري، كـامـڻ سـاڻ قـواز

چرنن طير چَريا ڪيا، پس وتن پرواز
آهو مين مشاهديَ، ڪن طاؤس تواز
تَرنگهن طرح تپاسيَ، ڪن نَيُون نانگ نياز
سرِوَ صنوبر سر زمَين ڪم ڪَنچن اور آواز
جا اهڙي دور دراز، تنهن جياريو جيءُ جلال چوي.

(۳۴)

تليهر تَرنگ، بيني جهاڙي جهاڙ پر
تنهين جو ورنُ وسازان اڳرو، اُلدَه جهڙس انگ
ڪُنگو ڪونَر ڪرائيون، پرُون پونر پونگ
قئصر لڪي ڪامٽي، تنهن ڪيا نيچا نيڻ ڪُرنگ
تنهن جو جلبو جوين روپ چڻ ماهہ ڪڙيو سر گَنگَ
سيٽان سليمان چئي، سُسايا سارَنگ
جڏهن پينا منجهہ مَهنگ، تڏهن وچون وسڻ آئيون.

(۳۵)

ٿانگهر ڏِيَنُ، پارڏي، لاسَ ٿتيفَنُ تان
ڪَنيلُ ڪنجل، آرنِ، اَوڏُ ڏِڳ پاسِري ڪَنن.

(۳٦)

آهُو جتي آهِ، ماري پي تنهن ماڳ تي
سپ سُري پر مور جي، اها سرس سوا
هاٿي شرطون شير سان، لوڏئون ڪي نہ لڪاءِ
سج ڪناري جهڙ جي بَينتو پاڻ پساءِ
اهي نس دن دائم دوس سَيِّن، رسئا رنگ رِجاءِ
جُنگ سَيئي هِڪ جاءِ، هئا جانب سان
جلال چئي.

(۳۷)

تـرَنـگ تلـيهـر طـرحان، كـكر كيس قـريب جا
مَستَكَ ماهہ مژُو مان ديكيو، ان جو پال پلو كؤن پان
ابـرو عـين عـجيب جا، قـوسن حاجت كـانـہ
چِمر چيهـل، نـاس كـكـيلـي، هـنـدِوي هـوٺ ردان
مـرواري مـاڏُو ٿـيا، ڏسـي ڏهـر سـنـدان
دَهـن مـيـمر مـلان چوي، صـاحب سـرت سـجان
اَحـمـرَ اَنـاورَ اگِرا، كـنـگـوءَ كـر كـران
سـوَ كـيـورَ كـُلَ كـكـرَ، ديـهہ تـنـگـوُ تـجِلان
ڏنـي كـيـن خوشـال چوي، صـورت سـا سـبحـان
تـان چيهـون چرن چنگان، سَرِنِي سپ سُكي ويا.

(۳۸)

پـكَبَ پـاريـورَ پـدَمِـنـي، دَڄ دامـنـي دَوُراس
تـت تـرِسـي طاؤس سـي گِرهـنِ گِـالهہ گِراسِ
اوگِ اَلـيـهـر اوفَ سـرَ، مـُك مـرُورِ مـوچاراس
اچي ٿـو نـہ عـجيب جي رنـگ رُبـا روءِ راس
پـرِيـون نـہ پـاراس، سـيـيئـي سـائـيـنـداد چوي.

(۳۹)

پـگِ پـاريـورِ پـدمـنـي، حـورن حـال هـلـي
رنـگ رُبـا جـو روءِ سـان كـئـو مـانـو مـُنڌ مَلي
اوجر سـاڻ عـجيب جي چِرن كـانـہ چلي
سـو مليس پـال پـلي، كنهن سـبب سائينداد چوي.

(۴۰)

چـار چَلـنـت چـار اَڏنـت، چـار قُـول قَـل چـار

اهڙي سورنهن ئي سينگار، ابرن پيي اث چار.

(۴۱)

مرگهه جو ماتي نئن هي، ڪٽ چيتي بن راج
گنڌت وانڪو طُريءَ ڪو، ڊِرگهه چالي گجراج.

(۴۲)

ناس ڪيل ڪپول هين، ڪِنٺ ڳلي سر مور
تريهر چيها ڪي شام هين، جيئن چَنپاتي پونر.

(۴۳)

اڌر ڪپور گلاب هين، ڪيس سوسن ڪي ديد
قئصر روپ مند ڪنول ساجن وصلي.

(۴۴)

ڪر ڪيلي ڏَچن انار هين، اري سوپاري تان
اِس ٿَن ڪامن ناريل هين، انگيا سوپيا ماهه.

(۴۵)

لبن لالي لال ڪي ڪا جا سرخي سجڻين
پَسندي آڌر پري جا، تيڙو غم گلال
ٻيا آهن ڪنول نئن قريب جا، جي ڏسڻ صورت حال
سي وينا نوازين نظر سين، مهر پريا متوال
جن جي لئي ڳالهاڻ ٻِلن ۾ تي سهسين ڪيم سوال
سي اڄ مُرڪيا محبت مهر منجهون، خوش تي
خوب خيال
تڏهن اُتم ٻَنڌ عجيب پرين! هن هنيڙي حال حوال
مٿي قرب ڪنگال، ڪر ڪو ڪبيرشاهه چوي

(۴٦)

بـوكـن كـنـئـچـن قـسـم كـي، ست نئـنـي پـتـلـي نـار
كـنـٺ سـوار بـئـنـي رپ بـن چـوڏي بـازار
سـيـاهـي سـرخـي سـپ رنـگ قـد كـامـڻ كـي كـار
چوهـا چـنـدن مـيـنـدي سـيـنـڌر سـيـنـڌ سـنـوار
سـنـت كِـي سـچ بـولـيـي، هـي ابـر پـيَ اٺ چار.



# سر سارنگ

(۱)

سَرِسُ سدا سارنگ جان، ڪنڊِن ڪَنؤنر ڪيَاسِ
عشق پيچ آٽِن تي، ڪٽٽهار ڪڙياسِ
گڏي ڪامڻ ڪانَڌ ڪي، قئصريا ڪڍياس
حلقو هاري هڪيءَ تي، بٺنسر جيئن بَنياس
برسي بوند بلوچ چئي، پرون تت پنياس
واڙي وَچ وڏياس، ڪَچول ڪَئونر پُسائيا.

(۲)

لوڏي لاڏ پريون، پئي ڪنيائين پانهٽيون
قادو چوي ڪامڻ جون اکيون آب پريون
پسي آوش ان جا وچون ات وريون
پاسن منجهه پريون، اچن عرض ڪَهنديون.

(۳)

اڄ اباٽي پار ڏي، ڪيا وڄن وسڻ جا ويس
جَهگِ مَڱِ جهڙَ جهانگن تي، ڪڪرَ ڪارا ڪيسَ
اُنا پَوجَ پٽنِ تي، ناپون ڪوڙي نيس
وسيا در در ديس، چوڏس چلهڙ چڪ تي.

(۴)

سرِس سدا سارنگ ڪي، ڏني ڏاتر ڏات
سرسيون ڪيائين سنڌ سين، وسيو سپ ولات
چپر چانئين هليو، ڪيائين ڪاهه قلات
درد گيا دوس محمد چوي، بادل ڪي برسات

ڪوهَرَ ڪيرَ ڪتن سان، پلٽي پيا پرِيات
ديسيين ڏاجُ گهٽو ٿيو، طعام لٿي سڀ تات
ڪي رحمي رب ربات، ڏٺي درماندن تي.

(٥)

سرس سدا سارنگ جا، گل ڦل جايون جام
سَتَبَرگُ، چَمُپَا، ڪيوڙِو، ڪيتَڪِي، داوودي
دل دام
اَرجُنَ بار، گلابَ، ڪَرِنَا، سيوَتي، ٿا سورج
ڪن سلام
بيل، چنبيلي، سَرَ ڪَندي، زرد اُپَمَان عام
دو پَهرَي، دل پيچ هئا، تنهن سان تُڪما طرح تمام
انهي باغ بَنِيين ۾ برهه سين، هڪ هئي ڪامڻ
آهُوگام
تنهن نُونني نامُرَ تي نيڪ ڪئي، مَتي
مُڪ مدام
سا ڪِنوڻِ جان ڪهنبا ڪريو، ٿي لڏي ليمي لام
مليسَ چمن ۾، جنهن هئي جولِيندي جامَ
تنذهن دست بُتِي ذي پيالو پر ڪي، ايين گڏيا
گڏ ادام
تتهين ڪوول ڪبيرشاهه چوي، تِي ٻولي ٻولي مامَ
ان تان وسي بادل بام، بوند پجاين ڪپڙا.

(٦)

سرس سدا سارنگ جا، بنيا بَرنَ بهار
تنهن منجهه پِيءَ تَنبو هتا روءِ چڳُي رنگدار

سبز رنگ سندن هنُئو ياقودي جنسار
ماڻڪ موتي مڙهيا، تنهن ۾ جڙيا جال جوهار
صاحب سائين سيج بندن تي وينا مڙني ڪان موچار
بيبا گل بره جا، اگيان چمن اپار
هئا پاڻ هڳاوَ ۾ ايڏي سان اختيار
اگيان پتريا ان جي غاليچا گلزار
هلڻ وير حبيب سين. ڪَي ڪڪرن پٺ قطار
محب مُنهين جا مون پرين، مليا منجهه مَلار
موتيا پيءَ مڪان ڏي، هئا درسن ۾ ديدار
شمس تارا شَبَڪَ ۾، ساڻ هئا سردار
وجي نوبت نينهن جي مهندان محب مَٽيَارَ
تنهن دَرَازي دوس محمد چوي، ڏوڏوڪي ڏڏڪار
وِجن ويس وڏا ڪئا چٽرائي چوتار
پَاسي هليون پيءَ جي هنڌَون ماڳ هزار
تنهن ڪِڙي چَنڊُر خلق ۾، چمڪي پيو چوڏار
حورون حيرت ۾ ٿيون، پسي ساجن جا سينگار
تنتهين ٿيو عشق آتيم ڪي، تنهن ڪوول ڪي ڪوڪار
اُنِ تان وسي بادل جي بامار، بوند پجايس ڪپڙا.

(٧)

سارنگ ساري ساهه ۾، ڪوول ڪي ڪوڪَار
بادل پَرجي آئيو، ڪَري ميگهه ملار
ڪڪرن ڪر اُچا ڪِيا، برسڻ ڪاڻ بهار
ڏني دلداري دوسَ محمد چوي، تاڙي جي تنوار

سنگهارن سرهائيون ٿيون، وهسيا وڻ ولهار
چڙيو ڏيهہ ڏڪار، وڃي پيو نرڄو نَندُ
نِڪُونجهہ ۾.

(٨)

سارنگ ساري ساهہ ۾، ڪوڪاري ڪوڙِل
سٽي سڏ سقيم جا اچي بحرَ ڪيا بادل
ڪِلي ڪنوٽيون نِڪتيون، ڪيائون چوڏس
چِڪَ چِلَ
دم تنهين دوس **محمد** چوي، پريا ترايون تَلَ
ڪئي ايئن مينهن اچل، جيئن ڏي سَڻون سانوڻ
سير ۾.

(٩)

سارنگ سَنبَهِي آئيو، ڪري ويس وريام
تنهن ڪي زريون زربفت زيب گهٽي، مُولهيا
ماهوت مدام
قَبا ڪُڙتيون قيمتي، تجلا ڪن تمام
لالون موتي لڪ لپيٽيا، هيرا هُوءِ هَشام
مَرِڪَن ماڻِڪ مُگُت مٿي ۾، سر سَرِيون سَرِجَام
حورون حيرت ۾ ٿيون، چاڻ ڏِسي وين ڄام
تنهن دوس جو **دوس محمد** چوي، آهيان گولو
گُڻِ غلام
هِتي هُتي سنو هاشمي، سڀ ڪنهن آهہ امام
چوڏهين طبقين چاڳُلي نامي نشر نام
اچِي تنهن آرام، ڏنو حامي هردو بشر کي.

(١٠)

سارنگ باجي سارنگيون، سارنگ چڙهيو سلطان
ٻنا چمن کي ٻين ۾، هاٿون ڏنک ڪمان
ٻوند ڪيون فوجان اوپر آيا، گرج ڪيا گمسان
آڳم انبر ڇائيا، زمين پر سبز ٻڇان
ڪرم ڪويسر ڪهہ تان خالق، هوئيي ديد ڏيان
مانگت مؤجان مان، پپيہ پڪاري پيہ ڪي.

(١١)

ڏڏ سُت آوت، ڏنڪ دڪاوي، پون پدار اُتنگ
آڳم انبر چمکي بجلي، گرج گرج گڙ گُنگ
برسن بني جوبن چلي منگل، سارنگ سجان سمُنگ
اُونگ اُڙت پيونگر پنگ، گوند رهي جل سنگ
ڪرم ڪويسر ڪهہ تان خالق، روپ ڪُليا سپ رنگ
چاهہ چتر چر چنگ، پپيہ پڪاري پيہ ڪي.

(١٢)

صبح جو سڏ ڪيو، ڪي جو ڪوئل چوءِ
جهڳ مڳ جهڙ جهانگين تي برسيو بادل پوءِ
وس جو ويڙهيچن ڏي شل سدا ساوڻ هوءِ
ميان مارُوئڙن مان، پوي قيد م ڪوءِ
پانيان پال سندوءِ، ٿورو ٿرن تي گهٽو.

(١٣)

صبح جو سڏ ڪيو، ٿي ڪوئل ڪوڪاري
اتس قوت ڪڪر ۾، سارنگ ڪي ساري
مينهن مُنداتي من مان ويل نہ وساري

تاڙي جي تنوار تي، ڪيا ويس وڄن واري
سَرهيون سنگهاريون ٿيون، وٿاڻن واري
مڪڻ ماڪيون مصريون، ٿيون ارزان اوتاري
صاحب سونهاري، سيپيئي ساهَ سُکي ڪيا.

(١٤)

اڄ اباڻي پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري
وسايو واڻن تي، خالق ڪندَ پرَي
پيگهانران پري، شال مَ وڃن سپرين.

(١٥)

وَسُ سارنگ وَسُ، تو وَسيي وَسَ ٿئي
وڻ ٽڻ سڀ ساوا ٿيا، لٿي هينئڙي ڪَسُ
تان ڏين سي ڏسُ، جَن ور مٿائي پائر ڪيا.

(١٦)

سَرسُ سدا سارنگ جا آٽيَن اوچا آنگ
ڪوٽين من خوشحال ڪيو، سامَ ڪيي سارنگ
ڪجل عين قريب جا، آهن پؤنر پرون ڦُڙ وَنگ
وَه ميان ساڏو رنگ سَارنگ، جو تنُهنجي
ديکئي دک دور ٿئي.



# پورب رامڪلي

(۱)

هَلن وِهَن منجهہ هُوءِ، ٻئيءَ ڏانهن وڃن ڪِينَڪِي
”وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ“ اها پيئي
بابُنِ بُوءِ
جان ڏنِي جوڳين جوءِ، تان ناٿ ڏنائونَ ناهِ ۾.

(۲)

نانگن وڏا ناهِ ۾، آٿي آسَڻ اُتِ اوير
سامِن ساز شروع ڪيا، سيد چوءِ سوير
ڪاجا چوري ڪاپڙئين، سَنڌي تَندُ تُنبيرَ
ريجَهايائون رام کي، وَهِلُو تنهين وير
سي ڪندا ڪيڏانهن پير، جن کي نظر مڙيئي
ناٿ ٿيو.

(۳)

ناٿ جتيئي نندِ، تت نہ نهاريو جوڳيين
ڪُوبسَا ٿيا ڪاپڙِي، جي پُريا پرانهين پندَ
هونِ گُرو هِن هندَ، هُوَهين ٿي هنگلاج وِيا.

(۴)

ناٿ جنهين نهَارُ، تت پِي نهاريو جوڳيين
سُوبِسا ٿيا ڪَاپڙِي، تڏهن پُري ماٽيائون پار
هونِ هذڪر جو هت گذارُ، پَر هُن وڃي هنگلاجان
هت ڪيو.

(٥)

ڪي ٿا ڪَيچ وَڃَنِ، پر ڪَيچُ مڙبوئي ڪَيچَ ۾
راند مچائِي روح ۾، اندر آديسنِ
ڳُوڙهو ڳُجهہ پرين، لَڪِي لوڪَ نہ سگهيو.

(٦)

مرڻ مُسَلّم جن، واحد تن نہ وسري
مٿي سڳر ڪاپڙي، نانگا ننڊ نہ ڪن
نيڻ سندا تن، اوجاڳن اجارئا.

(٧)

اکيون آليون مانُهہ، سدا سناسِن جيون
واري نيڻ ننڊا، جاڳي جهليا جوڳيين.

(٨)

ويٺائِي وهسن، مُنهن پايو مونن ۾
جوڳي جاڙون ڪن، جي آيا الوهيت ۾.

(٩)

آيا الوهيت ۾، لاهوت لنگهيو جن
مَنجهان تن جُسن، حرف نہ اچي هيڪڙو.

(١٠)

جوڳي منجهہ جهانِ، طلب نہ ذارن طعام جي
تن کي تن تپيسرِي، ٻيو گوندر سان گذارن
خوش نہ خوشي ڪن خان سي، مور نہ گهورا مَان
ٻانئن وَٽ ٻلي ڪيو، راڳ سندو رحمان
اهي ٻي ڪِرت ڄاڻن ڪانہَ، آهن واڳيا وِير
وصال سين.

(١١)

هليا وني حال، ڪٽي جوڳي جوڳ ڪي
لاهي لاڳاپا لوڪ جا، خوب ٿيا خوشحال
ايءُ ٿيو سامن سَوکو سڪَ ڪَون، جو ماڙهن هٿ محال
اِن مزا ماڻيا من جاَ، ڪيا نانگا نات نهال
وَرِين ويلِ وصال، ٿيا ڪرم سياڳا ڪاپڙي.

(١٢)

عاشق منجهه احوال، مَرُ هُوَنِ حجري پانهنجي
جڏهن طبع مٿائي تن جي ٿيندا نيڪ نهال
هڪُ پاڻ ڇڏيندا پاڻ ڪان، ٻي ملِڪ مايا مال
دل جا **دوست علي** چوي، ڪانئين خام خيال
پوءِ مَرُ نانگا ڳولن نات کي، ڇڏي حرص حوال
تڏهن بابن بٺنڪ پيتيون، بر سي باغ بحال
وربن ويل وصال، ٿيا ڪرم سياڳا ڪاپڙي.

(١٣)

ٻري پورب پَنڌ، هي هت حال هلڻ جون ڳالهيون:
اندر آهيَ ان جي، نانهن جَنهين ڪيو نَندُ
ڳڏيا ڳر ڳيان ۾، غير ڳنوائيَ ڳند
صبر سڪ سڪوتَ ڇڏي لذائون ڇَند
ويراڳن وصال جي، تن ۾ چوري تَند
روءِ رکيائون رام جي، ڪرنگهان ڪوري ڪنڌ
لا منجهه لاهوتن لڏو، هوند وڃائي هنڌ
پيتئون مَند مجاز مان، ڪيو سامن ياد صمند
دَل روح اڳيان دوس **محمد** چوي، اُنِ آڳهه ٿيو الحمد

نانگن نجهرا نور ٿيا، جيئن سو چمڪي چنڊ
تون رِند سهي ڪر رَند، آديسي آديس جو.

(١۴)

جان جوڳي جوڳ جُهاريين، تان سَمُنڊي سڪَ سَنبَاهِ
هوئج هردم حال سين، ڪِي نہ ڏسي ڪَنبُ ڪاهَ
حرف سجاڻي حمد جو، لَاڳ لڳاپا لاهَ
”مُهَيمن“ مان منجهان معلوم ٿئي، ڇڏ طعامَ طمع تنهاءِ
پارِج مِيءَ مجاز جي، چِت مَن چوري چاهِ
ڪَر فنا بت فراق سين بابو ڏيئي باهَ
”لا“ جو لفظ لپيٽيو، ”اڪبر“ پاسي آهَ
دُر ناٿ دَيّان دوس **محمد** چوي، نهار اتي جت ناهِ
صَبرَ، سِ سُڪوتَ سندي سَهمُ سامي سَرِواهَ
اها ڳالهہ وني جند ڳاهہ، تہ ويجهو ٿيين وصال ڪي.

(١٥)

جوڳين جندان جمنا، آهين گنگا منجهہ غرق
نانگا نَيئين ناٿ سين، ڪِيا سڪَ سناسي سَڪُ
پرايائون پيّ ڪان منجهان مات مَرڪُ
ڪري وَينا ڪاپڙي تيلان سپ ترڪُ
دُرسِ ٿيا **دوس محمد** چوي، باهِ چڪي بيشڪُ
همہ پائن حَقُ، نابودِي نهال ڪيا.

(١٦)

جاڻِي جڻائون، ڪيائون عشق منجھہ عجيب جي
هُو ناٿ تَنهين جي نِجهِري، پلڪ نہ پراهون
پسڻ خاطر پرينءَ جي، اُهو پورب پُوريائون
سامن کي سکپال ٿيا، ڏوتيُنَ ڏَڃائون
درد گَپُنِ **دوس محمد** چوي، ڏک جي ڏنائون
پُنيُنَ سَکائون، گَڏين گُر گداوَ ۾.

(١٧)

جا گر ڏني گودڙي، سا ٿي مون لاهيندي لڄ
سندا تنهين سهڄ، چيلو چوندو ڪيترا.

(١٨)

جا گر ڏني گودڙي، سا مون گهڻو سُهاءِ
نيئي رساڻي ماءِ، اوڍيندي ادب سين.

(١٩)

ڪَري مَرِج ڪاپڙِي، گُروت گدائي
اشارتون ان جون، وَئن ڪپي ۾ ڪائِي
اَتِي رانول رُباعِي، اِيءَ انهين ڳالهہ جِي.

(٢٠)

جوڳِن جوڳ جڳاءِ، جوڳ سونهين جوڳيين
واءِ مُنهِين کي واءِ، جا آءٌ جوڳ نہ سِکِئي.

(٢١)

جوڳِي وِئا جامير، جان مڙهين منهن پائيان
پِيا پوڇيندس ڪِير، ڏوڏاڻي ڏُوپ ڏري.

(٢٢)

هتي جي هئا، تہ مَٿَنِ هُونتَ حق ٿيو
پيهِي پاڻ ويا، مڙهيون مون ماربن ٿيون.

(٢٣)

آسڻ تي آهون ڪريان، وس نہ منهنجي واتُ
لڳمر لاهوتن جو، منجهان ڪينرَ ڪاتُ
هلڻ ڪي هيهات، آئون نہ جِيندي اُن رِي.

(٢٤)

مران، مٿو پٽيان، جوڳي جاتَ نہ نِينِ
اِنهين ۾ آهينِ، آئون نہ جيندي ان ري.

(٢٥)

نانگا نانيءَ هليا، چيلا چيلهہ ٻَڌن
هوءِ جي ٿا هلن، آئون نہ جيندي ان ري.

(٢٦)

جُوءِ جيڏانهين جوڳيين، نِتُ تيڏانهين نيڻ
آيل آديسن جا، وِره ٿيڙمر ويڻ
ڪري سناسي سيڻ، هِنيي حال پرائِيو.

(٢٧)

سامي ڪامي پربنءَ لئي، ٿيا لال پڇي لانگوٽ
سي منجهہ سيئن بيهن سيد چوي، آديسي ۾ اموٽ
سي ذاران ناٿ، تڪن نہ ساٿ، ان جي جاءِ چڳي
سِر جوٽَ
اهي گهر ڪيئن گهارن گهوٽ، جن جي پرت
پوري پرِ سان.

(۲۸)

سامي ڪامي پريــنءَ لــئي، ڪُسي ٿيا ڪباب
اوتـيـنِ اَرتـي ڳاڏئـون منجهان اکـيـن آب
سـندو جات جباب، تـون ڪيئن پڇين تنٰ ڪان.

(۲۹)

جيجان جوڳي آئيا، تون ڏس نانگا نانـگـڙيـا
وهُ ورهائــن وتــيـيـن، سـامـي سـانـگـڙيا
سُتا ڪيـن سک پئي، لـوڪن لــوڏڙيـا
هوءِ جي ڏکن ڏوڏڙيا، تن پنهنجا چيلا سپ چڱا ڪيا.

(۳۰)

دونــهان دونـهـن سامـهـان، بابُن بـــنـايـا
پنسَڻ خاطر پريــنءَ جي، ڪاڙهـيائــون ڪايا
ڳاچ تـنـهـينءَ ڳانيا، پــنـهـنجي پِيتَمَ پـيّ جا.

(۳۱)

اڄ دونـهـين ڏنڌ نـہ لات، نـہ سي جوڳي جوءِ ۾
ويا ڪالهہ **ڪلياڻ** چوي، جوڳي مٿي جاٿ
گهُون تـڪـڻ پيا گـهـاٿ، لاشـڪ لاهـوتن جا.

(۳۲)

مران مٿو پٽيان، جوڳي نـيــنِ نـہ جاٿ
پيـهـِي ويا پاٽ، مڙهـيـون مـون مارين ٿـيـون.

(۳۳)

پـوربيا پـوري ويا، آسـڻ اڄ صـبـوح
ڪـٿـوري خـوشـبـوءِ، آهني آديـســي گَـيَا.

(٣٤)

پوربيا پُوري ويا، آسڻ آذي رات
سُيَمِ سناسن جون پچارون پرپات
ڪاجا جوڳين جات، جئن مت نہ معذورن جا.

(٣٥)

پورب سندي پنڌ تي، جن پوربو سي پُورِ
نانگا پنهنجي ناٿ ڪان، نت پنن ٿا نور
ٿيا مجازي معمور، گڏيا گورکناٿ کي.

(٣٦)

جيئن اُترڙا وورين، تيئن سَنرا سامي سِيءَ ۾
سانجهي ويل سناسي، ٿا سَمرڙيون سورين
دونهين پاسي دادلا، وينا اونڌي ڪنڌ اورين
سي مَنَ نانگا نهارين، اسان ڏانهن عنات چوي. (١)

(٣٧)

جڏهن اُتر مُٺ، تڏهن ستّرا سِيءَ ۾
وڏيءَ لالچ لب ڪنهَين ٿا ڪن جسي سيَن جُٺ
اُهي پوَنِ ڏين نہ پُٺِ، آديسي **عنات** چوي. (١)

(٣٨)

اُگهڙ ڪوڏيا ڪاپڙي، سَترُ ڪين سَهن
سَڄيءَ سُورُ سناسيين، ڪُٺيءَ خوش رهن
اَوَسَرِ عيدون ڪن، اُني گوندر گڏيا.

(٣٩)

قوت ڪَڙايا ڪاپڙي، طعام نہ طامائو
سَنئِنَ هنيائون سج ۾، پَهرَ نہ پينائو

---

(١) اصل شاھ عنايت

اَوَسرِ آسائو، انڻي گوندر گڏيا.

(۴۰)

قوت ڪڙايا ڪاپڙي، گهُرن ڪين گهرا
مَهيسرِيِ ماڻهن جي بيهن دُور درا
پڇن ڪانہ شرا، اندر عدالت اُنِ جي.

(۴۱)

نڪي طعام تُنبنِ ۾، نڪي هيٺ نہ بيٺ
رام رکيائون ڏيٺ، وجهي ڪِينَ ڪُلهَين ڪري.

(۴۲)

ڪين قبولي ڪاپڙيين، گذر گئِي گذران
آعِليءَ جو ميدان، سَڪَرُ سناسن ڪي.

(۴۳)

نہ گندا نہ گبري، نہ لانگوٽي نہ لينگ
پُنگا جنين پينگ، صاحب تنهين سامهون.

(۴۴)

نہ گندا نہ گبري، ڪَچ نہ ڪاسوٽِي
سامَي پارِي سيج ۾، ڪا بابوءَ باهوٽي
جوڳي جبروتي، ڪوه جاڻان ڪِيڻ گيا.

(۴۵)

لانگوٽي لاهي، وچ ويراڳن سامهون
تنهين وٺ آهي، اوچڻ ڳالهہ اگهاڙ جي.

(۴۶)

ڪي گنگا، متَرا، گومتي، تا جمنا جُهارين
ڪي جهليو داغ دوارڪا جا تا نانگا نهارين

هُوءِ جي جهنگل جهونگارين، هلو تہ تکيا پسون تن جا.

(۴۷)

نکي طعام تنبن ۾، نکي گبرين
مون پڻ کنان تنِ، حاصل کِي حال کيو.

(۴۸)

بازر ۾ بينا، جادِ گرو کن گودڙيا
سبق پڙهيائون سور جو، پيڙ انهيءَ پِينا
توڙي مُنهِ مِينا، تان پڻ نَشا گوشا ناث جا.

(۴۹)

بازر جِي بِيهَک جو، سامن کيو سوگندُ
پيتائون پرتِ مان، سندو محبت مَندُ
هادي تن جو هندُ، کٽي جوڙايو جبروت ۾.

(۵۰)

جالن ۾ جبروتَ، اتن حال حقيق سين
مُنهِ کيائون ملکوت ڏانهن، لڙيا ڏي لاهوتَ
کنهن کان پِنَنِ کينکي، کٽا کارڻ قوت
سامي سرت ثابوت، رهن مُهَاورَ رهن ٿا.

(۵۱)

بعضي بازارن ۾، بعضي وتن بَرَ
بعضي ڏُيين ڏَونرا ڏوڙ کيا، بعضي تِڙکي سَهن نہ ترَ
بعضي رُونِ اتيو **راضي** چوي، بعضي سَرها
سامن سِرَ
هي زاهِلَ يانئِنِ زرَ، هُنِ کي پنڌ نہ پورب جو پري ٿئي.

(٥٢)

بعضي بازارن ۾، بعضي بر منجهہ بيراڳي
بعضي مڙهيين مانيا مات ڪيا، بعضي ڪن
ٿيو سَمَهِن سجاڳي
بعضي فدا تنهين فراق ۾، بعضي سامي سَرها سُهاڳي
اوريو جن الف سين، ان ڪي ميم ڳڌيو ماڳي
دوس ڏنائون **دوس محمد** چوي، ساجن سو ساڳي
اڄ واري ويراڳي، سڀ نانگا نات نوازيا.

(٥٣)

بعضي بازارن ۾، بعضي وتن بر
بعضي مڙهيين مانيا مات ڪيا، بعضي سامي
منجهہ سفر
بعضي وسندي هوندا وس ۾، بعضي آسائو اَوَسَر
بعضي ڏکيا بکيا ڏبرا، بعضي سيئي هُونِ سَيِر
بعضي اگها آديسي اَنِرا، بعضي سگها هون سَکر
بعضي درس سَرها دوس محمد چوي بعضي غم
ڳڌيا ڳوندَر
بعضي ڏوبيا واسيا ڏوپ سين، بعضي مِٺيءَ ساڙيا مَر
بعضي وَون ٿا ويندا واءُ ڪان، بعضي ڪَيا سي اڏ اُتر
بعضي لڪن لاهوتي لُڪَ ڪان، بعضي جلائين جگر
بعضي ڪن ڪمائي ڪاف ۾، بعضي جائز جوڳي جر
جن ٿي صاحبُ گهريو سچ مان، تن ڪي مُهت ڏيندو محشر
ٻئا هي جاهل پوٽن جڳ ۾ تن ڪي ڪل نہ آهي ڪَر
سي ٻُڪ جا بازارن ۾ ٿا ڪوڙا ڪٽن ڪنگر

ڪي گهر گهر پِهَندا پوڙن گهٽيين ڪريو مَن مڪر
ڪي روڳي ڪيندا رت، سي ڪن ٿا ٽُڪرِيءَ ڪاڻ ٽُڪر
پيا ڪئيين ناٽ ڪٽيو نابود جا سهسين پوڙن سَر
اوريو جن الف سين آڏوتن عُمر
تن ڪي پل پهچائي پاڻ ٿو، رڻ ۾ رام سمر
ميم گڏيو ان ماڳهين، جن ڪيا ڦٽا ڦٽ ڦڪر
اسم گڏيو تن جسم ۾، منجهان ظاهِر ٿيا پِهِ ذِڪر
اهي آهن راتو ڏينهان رنگ ۾، دل جا ڪلين در
هي زاهل يانئن زرَ، هُنِ ڪي پنڌ نہ پورب جو پري ٿيي.

(٥٤)

بعضي بازارن ۾، بعضي ۾ بَئران
بعضي سامِن سَير سَڏائيو، بعضي ڪنهن ڪي
ڏِيَن ڪل ڪانَہ
بعضي هُوءِ منجهہ هُون حَفيظ چئي، بعضي لفظ
نہ ڪَهِنِ لسان
سي لا منجهہ لاهوتي وڃيو خيمان ڪوڙَن خَان
جن سمجهيو سر سبحان، تن ڪي پنڌ نہ پورب
جو پري ٿيي.

(٥٥)

بعضي بازارن ۾، بعضي ٿر ٿاٽا ءِ ٿاڪ
بعضي محل هندورا ماڙيون، بعضي ڪانہ اڏن اوطاق
بعضي مڙهيين ڏوڏا ڏوڙ جا، بعضي پٽ پاڪيزا پاڪ
بعضي ميرا مَرُ مٿي سين، بعضي هوندا سي هشناڪ
بعضي بک ڏک بيراڳن ڪي، بعضي ڪيڻ ڪندبون خوراڪ

بعضي دنيا دولت ڏن سين، بعضي ماسي لئي مشتاق
بعضي پير پيادا پُرندا، بعضي آٿيندا اعراق
بعضي مَرڪن وينا ميِنهَن ۾، بعضي مارينديَن ٿي ماڪ
بعضي ورسن ويس هِندُن جي، بعضي ديني ساڻ دماڪ
بعضي بيهڻ بيراڳن بر ۾، بعضي وِهڻ نہ ٿيندُن واڪ
بعضي ڪلندا خوب خوشيءَ مان، بعضي رُوندا رتَ فراق
بعضي شوق رکن شاديءَ جو، بعضي غم گڏيا غمناڪ
بعضي هُون سناسي سَنرا، بعضي آديسن اولاڪ
بعضي جايون هوندنِ جَر ۾، بعضي ڪافن منجھ قزاڪ
بعضي جوڳن جُهد زمين تي، بعضي عرشن ۾ افلاڪ
بعضي من مارِيندُن موت سو، بعضي جال جيڻ هم هاڪ
الف آڏوتن ڪَي ان ميم گڏيو ميثاق
تن قابولين ڪبيرشاه چوي، ٿا روز چڪن چِٽ چاڪ
ان سان رام رفاق، هِيئن سانيڙي نينَن ۾ ڪَهي.

(٥٦)

يا وَتِ برُ بازارن ۾، يا وت سيرن تي سَرهال
يا وت ڍِيرُ هوندا ڪنهن ڍيرَ تي، يا وت خاص خيال
يا وَت پيبن پيالا پرت جا، يا وت ڪَيف ڪمال
يا وت چريا پوٽن چِتَ ۾، يا وت مست موالِن مال
يا وت جاني يار سين، يا وت زاني زهر زوال
يا وت عشق ڪياني ان جا اهڙا حال حوال
جي ڪيا نيهن نهال، سي گر پهتا **گولو** چوي.

(٥٧)

يا وت برُ بازارن ۾، يا وت سيرَنِ تي ثابوت

يا وت انگ اَڇائيءَ اجرا، يا وت پر يا پاڻ پيوت
يا وت لينگ نہ هوندَنِ لڳڙي، يا وت مولهيا ۽ ماهوت
يا وت ڪڙهڻ ڪوڪڻ ڪاپڙيين، يا وت ماٺ صبر
سِڪَ سُوت
تن قابولين ڪبيرشاه چوي، ڪا مئي پيتيَ مضبوط
سو سپ آسڻ تي آڏوت، پنهنجي ناٿ نوازيو نجهري.

(٥٨)

بابو بيڪاري تيا، اڄ نہ آسڻ وَتِ
خودي ڪانئي هليا، پيرَ ڏنائون پَٽَ
هَي هَي جنهين هَتِ، آئون نہ جِيندي اُنِ ري.

(٥٩)

بابو بيڪاري تيا، پَڃي ڇڏيائون پاڻ
نِسوهِرِيءَ ناَنِهن جو نانگن وٺ نياڻ
سَرڪندِ جنهين ساڻ، آءٌ نہ جيندي اُنِ ري.

(٦٠)

ميڙيو پاڻ پريون ڪريو، جوڳي جلائين
تاٽيو طنبورن ۾ خوديءَ ڪي ڪائين
تارَ نہ تڳائين، آئون نہ جيندي اُنِ ري.

(٦١)

ڪَر تون هِنيارَ هلڻ جي، ويٺو پڇين پَر
اڄ آديسي مَرُ، صبح مرندو سيڪو.

(٦٢)

مٿي ڪان مٿي وڃي، جوڳن ڏني جُوءِ
اُتاهُون اَلڪ جي، بابُنِ آئي بُوءِ

سي  ڪري ويراڳي وُءِ، اُڏري اوڏانهين ويا.

(٦٣)

جوڳيان سندي جات سين، وحد نہ وڏائي
هڪ جَهجِهي ڏوڙ لڳن ۾، ٻِي چِتَنِ ۾ چائي
مٿائي ٻي وائي، سامي صبر سڪيا.

(٦٤)

ترڪ ڪيائون تيل ڪي، ميٺ نہ ملائينِ
ڳِلمن ڪان گدو چوي، پاڻ پلو پَائينِ
تنتي لؤن لائينِ، جتان لوڪَ لَڄَ ٿيي.

(٦٥)

جوڳِي جَڳِ ڳهٽا، آئون پنهنجائي نہ لهان
ساريو سناسن ڪي، ويئي هٿ هٿان
اڄ ڪي ڪالهہ مران، ڪڏهن ملندا ڪاپڙي.

(٦٦)

مَيَتُ موتي آئيو، ڪَهِي ڪَانڍِنِ ڏانهن
سو مون ڳهٽو سُهاءِ، جوڳِي جو جنمر جو.

(٦٧)

ڪن چيرائين ڪاپڙي، اِيءُ زنانو جوڳ
سامي سڄاڻ پيو، هِڪَ ڊِهِي ٻيو دوڳُ
جنهن وَٽَ پاتو ڦوڳ، رامَ تنهين ڪي ريبيو.

(٦٨)

ڪي ويا ويڙهہ چڏي واسينگ، ڪي جوڳِي نَاهِنِ جُوءِ ۾
اڳِي هئا اَتِ اَٽينگ، هاڻِ مرلي مانـي ٿِيِ لڳِي.

(٦٩)

سپ نہ ويا نڪري، اجا ڪي آهينِ
ڪندو جو قلوب جو، سو لڳو ٿا لائينِ
وينا وڃائينِ، جي پورٻيا پروڙيين.

(٧٠)

جوڳي آهن جُوءِ ۾، ويا نہ ويراڳي
جندان تو جاڳي، سي نانگا ڪينَ نهاريا.

(٧١)

جوڳي آهن جُوءِ ۾، پر نهاريندڙُ ناهِ
جي مهيسري من ماهِ، سي ٿاٽي ٿورا ڪاپڙي.

(٧٢)

پورب ۾ پيهي، جان مون گهٽو نهاريا
تان سُڌ نہ مونکي سڄٽين، جيهي نہ تيهي
هُوَڙا پَرڏيهي، جيڪُسِ وڃائي وَاٽ ٿيا.

(٧٣)

پورب ماريياس، ڪَنهنِ در ڏيان دانهڙي
متيون ڏيندي لوَڪ کي، چري آئون ٿياس
جنين نہ جيهاس، مون نيهُن لڳو تن سان.

(٧٤)

پورب پورب تَ ڪَرُون، جب هنيڙي آوَنِ پُورَ
نهاريندي ڏي سڄٽين، لِقوَنِ پيبُون نُور
انهيءَ مارِيَس سور، جيين ساڄَن سُڄين نہ ملين.

(٧٥)

ڪَهُ ڪانگا ڪر ڪاهَ، پُرُ پريان جي پار ڏي
اوري اُلَهِجِ ڪِي مرَ ڪِي، ري دوساٽِي درگاهَ

ڪِجِ مَعلمُ سپ محبوب تي، هن من سندي مَنجهمَاهَ
دن ريـن دوس محمد چوي، تـُنهنجي تـن انـدر تنخواهَ
آهـيـن رحمـي رهـنُمـاء، ڏِسِجِ پـارَسَ پـاڻَ ڏي.

(٧٦)

ڏنـم ڪـارا ڪـانـگ، لـونـدڙا لَـڪَـنِ تـان
مـون پاتـو پڪا پريںءَ جا، تان هوءِ وطن تـي ويڙبانگ
ڪنهن سَنـاٽـي سـانـگ، پـريـن پرڏيـهي ويـا.

(٧٧)

ڪـانـگل قـريـبـن جـا، اچـي وائـي وڻُ
تـو مِ بـوءِ بـِلال چوي، مـشـڪ ڪـتـوري مَڻ
اچـي عـجـيـبـن جـو، اورانـگـهـيـوءِ اگَڻ
تـوڪي پسـي تَڻُ، منهنجـو سـورن ڪان صاف ٿـيو.

(٧٨)

مَـنَهَـ اتان مـنـهـنـجي، ڪـنـهـن اُڏايـو ڪـانءُ
ڳنهـي آيـو ڳالـهـڙيُـون سـنـديـون سـپـيـريان
جيڏِيُون جاڙ ڪيانَ، نات هُونتِ سُوَمِ سـينها پِرَ جـا.

(٧٩)

مَـنَـهَـ اُتـان مــنـهـنجي، ڪانءُ اُڏايـو ڪَنِ
ڳـنهـي آيـو ڳالـهـڙيُون، سـنـديـون سـپـريـن
ٻـيا وڻ ڏيئي ٻـن، هُـونـت سُـئمِ سـنـيـها پِرِ جا.

(٨٠)

تان چَي ڪانگ نہ قاصد ڪَرِ، جو سدا ڏونڊي ڏونـڊِ ڪي
پـهرين ڪـنـدو پـيـٽ جي، پوءِ وبـنـدو سيـٽـن سَرِ
ٻولِي جنهن جي ٻَرِ ٻَرِ، سو هڏ نياپا نيئي رهيو.

(٨١)

ڪانگو قاصد ڪيئن، جو سدا ڊوندي ڊوندي ڪي
پهرين ڪندو پيٽ جي، پوءِ ويندو سيٽڻ سيئن
حال جني جو هيئن، سو هڏنياپا ڏيئي رهيو.

(٨٢)

تان چَئي ڪانگو نہ ڪُوڙو، جو درباري دوسَنِ جو
پَٿُ آندانيئن پاڻ سان، محبت جو مُوڙو
نِبَهَان نِبَهُوڙو، بقادار بجار چوي.

(٨٣)

جتي سڌ سبحان جو، سا اُبتي رَہ آهي
اچي ڪو ڪاهي، اِن معنيٰ ۾ منجهڻ گهٽو.

(٨٤)

معنيٰ بي مثل ۾، هلڻ ٿيو حيران
جوڳيان سندي جُوءِ ۾، سيوئي سبحان
منجهہ ڪَعبو منجهہ قرآن، نَئين ڪيڏانهن نِيَتِيَان.

(٨٥)

منجهہ گرو، منجهہ گودڙي، منجهہ مَڪو، منجهہ ملتان
ڪُوه گنگائون پيٿيين، سهسين ڪرين سنان
منجهہ ڪَعبو، منجهہ قرآن، نِمي ڪيڏانهن نِيَتِيان.

(٨٦)

منجهہ گرو، منجهہ گودڙي، منجهہ مَڪو، منجهہ ماڳ
ماڙهُنِ جو **شاه** محمود چئي، سانئين هٿ سهاڳ
پِربو تَنِهينِ جو ياڳ، سُني جنهِين سَڏُ ٿئي.



# سر سراڳ

(١)

بـنـدر جي تـڙن ۾، جـهـان جـهـان جَـهـمـٿيَنِ
سـڙه سـبـي سـاڄا ڪـيا، پاتا ٻـيـڙيـاتَـن
ڪي نـيان نيدوءُ نـار ڏي، ڪي ڪُـڏِيءَ پاس ڪڙن
ڪَنِ ڪـهي ڪـعبو پـيـٿيو، ڪَـن مـديـنـو مَـنِ
مُـهـرِيءَ تـي مـولـڻ چـوي، ناخُوا نـت نَـمُـنِ
ڪـئيـن ڪـرمشـون ڪـن، پـجـري پـاڪ رسـول جي.

(٢)

سـيـيئي سَـنـئيِـنءَ ڪـريـن، ڪـونـہ منجهائِين وات
سَـوڪـي ڪـجِ سَـچا ڏٽـي، سُـجهي جـا سِـيـرات
سـپـيـريـان جـي سـاتَ، لائـو لنگـو مـيـڙيـيـن.

(٣)

سـيـيئي سـنـئيـنءَ ڪـريـن، ڪـونـہ مـنجهائِين راه
سـؤڪـي ڪـجِ سَـچا ڏٽـي، سُـجـهي جـا سـيـراه
آدم جـي اَولاد ڪـي ٿـئـي ڏپ نـہ ڏاءُ
سـپـيـريـان جـي سـاءِ، لائـو لـنـگو مـيـڙيـيـن.

(٤)

بـنـدر جـي تـڙن ۾، سـڙه ٿـي سـبـيـائـون
سـڙه سـبـي سـاڄا ڪـري، ڪُـوهـا ڪـنـيـائـون
لَـنـڪَـٽا لاڪـيِءَ پـَـٽَ جـا چـوڙي ڇـڏيـائـون
تـڪـي سـير سـمـونـڊ جـي لحظي لـنـگهـيـائـون
وَجـي ڏنـائـون، مـنـارا مـحـبـوب جـا.

(٥)

کُوھا جن کَٽِي، اُتاري اُيا کيا
پوريندِيون پرڏيھ ڏي، مٿي سڙھ ھٽي
جَنھين ڏُونيج ڏٽي، پھتيون سي پَارَ کي.

(٦)

ننگر نا تاريون، پگھ چوڙي پنڌ ٿيا
بندر بازاريون، سڄيون سامُوندِنِ ري.

(٧)

ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا، لھرين ليکو ناھ ڪو
آچارا عميق جا اچن اَوپَارا
اُتِي آسارا، وِيرَ وڙھندَءِ ويسلِي.

(٨)

وِيرَ وڙھندَءِ ويسلِي، اُتِي توهُ طَلَبِ
هِنَ سائِرِ ڪنهن سَبَبِ، ڪالھ بوڙيا تي ڪُنَ ۾.

(٩)

ڪالھ بوڙيائين ڪُنَ ۾، وڏا جُنگ جَهَازَ
تُنهنجي اج تِراز، آھي آرَ اکِنِ ۾.

(١٠)

آنھين آرَ اکِنِ ۾، ناخُواَ ڪيج نگاهَ
هن گھٽا بيڙاَ بوڙيا، ڏيئي سائرَ ساهَ
تون ملاحظو ملاح، ڪجِ ڪو اِنهيءَ ڪُنَ جو.

(١١)

ملاحظو مھرياڻ جو، مُورُ مَ لاهِ ملاحَ
دانھون ڪَنِ درياه جون، اُونھي جي آگاهَ

سُونهَنِ جي صلاحَ، وٺ تہ وِيرَ لنگهي وَڃِين.

(١٢)

سونهان سُڏيُون ڏِينِ، انهي ديواني درياه جُون
ڪُوڙ اوڏائي ڪِينَڪي، رڳو سَچ سُوڏِينِ
سُود نباهيو نِينِ، ثابتُ انهيءَ سيرَ مان.

(١٣)

ثابِتُ لنگهيائون سِيرَ، ڪوڙَ اوڏائِي ڪِينَڪِي
وڃي پهتا پار ڪي، نرتون منجهان نيرَ
ماءُ پهتا مِيرَ، پار لنگيائون پاڄهہ سان.

(١٤)

وٽجاري جي ماءُ، ڪوهُ نہ وٽجارو پَلِيين
آيو پارهين ماهُ، تان موٽيو سفر سَنبِهي.

(١٥)

تان چئي وٽجاري جي وِيرَ، هيڪڙيائي لڪ لهي
وڪَرُ وڪارَنِ ۾ آٽي ڪندو ڍيرَ
تو جيڏِيُون تنهن وِيرَ، اُڏاري ڪي ايندِيون.

(١٦)

آيو ڏينهن ڏياري جو، پَڪِي نهائين
اوچتي اُتر جي، متان مند آئِي
وڃڻ جي وائي، مُلان مَعلَمَ مون سُنئين.

(١٧)

آيو ڏينهن ڏيارِيءَ جو، لڳي اُتر هِيرَ
ننگرَ ڪٽِي ناخُوا ٿيا سٽائِيءَ سِيرَ
اَندرِ مون اُڪِيرَ، ڪاري ڪيڙائُونِ جِي.

(١٨)

کاري کيڙائُو، مِنِي موتِي آئيا
سَودو کَنِ نہ سَوَنِ ۾، جو هي وَڏا وِهَائو
موتِي جي مهراڻ ۾، تنهن جا طامائو
سامونڊي ساهُو، لَنڪا لَوتِي آئيا.

(١٩)

لَئي لنڪاپور اُهريا، سي لنڪا لنڪا کَنِ
سچو سون لنڪا جو، سُک نہ سَامونڊِنِ
اُهي وَڏي ياڳَ مِڙَنِ، جي اُهر يا ڪارونيار ۾.

(٢٠)

ڪارونيارَ کُنَ گهٽا، تڙَ مڙيئي تَارِ
کنبان تِي قلوب ۾، کوجهي کيَمِ ڪارِ
پنجِ پڳهہ، تِيهہَ اوليون، ساڄا سڙهَ سَنيارِ
هَمَرَ حَبِيبَنِ جِي، آءِ سَٽاٽي سرڪارِ
جتي تُفُون توربا، لڳيءَ بَي بازار
پرور وجهين پارِ، دَنگِي اُن درياه مان.

(٢١)

جان پانئين تہ ڪارو ڪيڙيان، تہ اول بُونبُ بناءِ
تَنهِن ۾ نِرتَون چاڙهجِ نَاخُئو، سُوڏو سَرهَنگُ سنياءِ
دلين پورِي دادلا، وکر وحدت پاءِ
تہ سامونڊان سَنڊياءِ، وجي ماڙِ پهچي مَڪُڙي.

(٢٢)

جيڏانهن موڙيان مَڪُڙي، تيڏانهن تکي تکَ
بُونبُ پراٽو، هيبت هاٽو، لهرين سَهَي نہ لَکَ

اُونهي منجهان اَلڪَ، پار لنگهائين پاتشاه.

(٢٣)

مُعلم سُڪاٽِيءَ ڪي، سڏ ڪري ٿو چوءِ
ٻيڙي ٻاتاڙِي ٿِي، مٿي ڏِينگَ مَ ڏِوءِ
وڪر وَٽَ مَ پوءِ، جو پاڻ پَرائو چاڙهِئو.

(٢٤)

معلم سُڪاٽيءَ ڪي، ايو ڪري سَڏَ
تري هيٺ تراز جي ڪري ڪڙڪا ڪَڏَ
مانَ پَهُچي لَڏ، جا پاڻ پَرائِي چاڙهِئِي.

(٢٥)

جهوني هِنَ جَهَاز ڪي، تَرِيُون وِجهُ مَ تُنَ
لنگهائيندو لُطف سِين، هُوءَ جي ٿِهري ڪُن
اماڻيندو ساڻ اَمُنَ، مير مبارڪ مصطفيٰ.

(٢٦)

جهوني هِنَ جَهَاز ڪي ٻُوراڪِي ٻناءِ
پنج پڳهہ، ٿِيهہَ اوليون، سترهَن سَنج سنياءِ
اوسيڙو عَمُونگهہ جو، منان مور مَ لاهہِ
تہ ساموندان سندياءِ، وجي ماڙِ پهچي مڪڙِي.

(٢٧)

منجهان پيئي مَڪُڙِي، ڪاجا پاٽِيءَ ٻُوندَ
آن ڪي ڏنا رُوند، وٿون جن وَجائِيُون.

(٢٨)

منجهان پيئي مَڪُڙِي، ڪاجا پاٽِيءَ پِڪَ
وڪر هَٽِي وِنڪَ، ڪَسِجِي سپ ڪارو ٿيو.

(٢٩)

چمڪيُون چوڏار، ڏَڃُون ڏاڙيچن جون
ماءُ سامونڊي آئيا سهسين ڪري سينگار
تَنهِين جي تنوار، ٿي ڪالهوُنڪر ڪَانگَ کهِي.

(٣٠)

بَنَدرِ جان پِئِي، تان سُڪاٽيو مَ سمُھَو
کَپَرُ تو کُنَ ڪري، جيئن ماٺي منجهه مَهي
ايڏو سُور سَهِي، ننڊ مَ ڪريو نَاخُوا.

(٣١)

سامونڊيءَ جو سَنگُ، آهي گوُندَرَ گاڏُئون
اَنگي چاڙهي انگُ، ويو وٽجارو اُهرِي.

(٣٢)

مون اُپي تڙ جَهلَ، پِريَنِ پڳه چوڙيا
ڪا مُنهِين مِر اَلَ، نات سڄڻ سباجها گهٽو.

(٣٣)

مون اُپي تڙ پاس، پريَنِ پڳه چوڙيا
آسَ نہ لاهيندياسِ، مان موٽِي اَچن مون ڳرين.

(٣٤)

مون اُپي تڙ وٽ، پرين پڳه چوڙيا
ڪا مُنهِين مِر گهٽِ، نات سڄڻ سباجها گهٽو.

(٣٥)

ڏني ڏياري، سامونڊنِ سڙهه چڪيا
وڪَڙَ پايو ونجهه کي، ورِجي ويچارِي
ماريندا مارِي، پره سُور پرين جا.

(٣٦)

ڪشتي ڪارونـپيار ۾، دنـگي ڪـنـئـي دڙڪـي
مـاءُ بـڌي مـهــراڻ ۾، پُٺ ڦرهي اتي ڦڙڪي
انـڌو الـوهـيـت جي تـو تـوڙان طـرح تـڪي
پـوءِ چمـاتـون چڪي، لڳـو اهـڙي لڇيـٽـيـن.

(٣٧)

ڪـشـتي ڪارونـپيار ۾، دَنـگي ڪـنـئـي دوفـان
سا چوهي تنتئين نيئي چڏي، جت وجڻ واٽ ئي ڪانهَ
تـان جيـڪـس سُتـا سـي نـه اُٿـيا، مُئا اُنَ مڪانَ
اُت آڪي پاڻ اُپايا بہ آدمي، مَردُ موچاري لڪٽين،
مهري وڌي مانَ
تن پاريو ٿي پاڻ ۾، جيـڪي فـرمـايـو فـرمـانَ
اُن ڪي ڏنـائـيـن اُت هـيـڪـڙو ويـاءُ رازق رب رحـمـانَ
اُهـو جـوان مـنـجـهـہ جـهان، ادا اُتا هون ڪنهن پرِ آئيو.



# ساهڻ سوهڻي

(۱)

سوهڻي ڪاڻ مِهار، پاڻ پوڙيو تِّي سيرَ ۾
پوءِ وري واندين ڏي ويو، ڇڏي پُرس پچار
مِهار نہ پوڙي سوهڻي، پوڙي مت ڪچي موچار
هِيءَ هڏ ٻڏي ڪاڻ مِهار، ٻي متان ڪا ڪرم
پِرائي ڪامڻي.

(۲)

من مان سِڪ ميهر جي، لحظي نہ لاهي
ساهڙ تنهن جي ساه ۾، ڪا ڏورِ ٻَڌِي ڏاهي
هيءَ پيي ملڻ ڪاڻ محبوب جي تِي، ڪَسيسُون ڪاهي
جيين هُو سانياران ساهي، تيين هيءَ ڪاهيو
ڪُنَنِ ۾ پوي.

(۳)

هڪ ڪاري رات ڪچو گهڙو، پيو ڪُنَ سندو ڪَڙڪو
مـُڙي ڪين مهراڻ جو دُور ٻڌي دڙڪو
پيَڙُسِ ڪَنِ ڪبيرشاه چوي، ڪو پار سندو پَڙڪو
هو جو ڪرڪِن جو ڪڙڪو، سو تيو سونهون
ساٿس سير ۾.

(۴)

ڪارِي رات ڪچو گهڙو، موج ڪري مهرياڻ
وبندي محب مِهَار ڏانهن پيَڙُس اِيءُ پرياڻُ
جڏهن ڪن فيڪون. تڏهن تي پربنءَ ڪي بخشائين پاڻُ

هِن جو ساه ساهڙ ساڻ، هو اُن ڏينهن احمد شاه چئي.

(٥)

چَلَ ڦُلَ چال بنديون، جت وِير ڪري واڪا
ستيو سيٽاهيا هٽي، بَهَدُر ۽ باڪا
تنهن ۾ گهڙِي سوهٽِي، ڏيل بڏي ڏاڪا
لٿس اولاڪا، وِجي پار ڏنائين پرينءَ جو.

(٦)

ساهڙ باجهون سِير ۾ ڪو ڪَل ڪونہ ڪري
پِيَ بنا پاتار ۾ ويجهو ڪيرُ وري!
جتي جهاجهہ جَهجِهي ۽ جر گهٽو، تو ڪڙڪا
ڪُن ڪري
موج پسيو مهراڻ جي، تو ڏر ڪان ڏيل ڏري
بَرَهڙي بادل چوي، تو اونها پير پري
اهو پنڌ لنگهائيندو پاتٽي، ظاهر منجهہ ذري
تہ هِيءَ وَهَڻُ لَنگهي وَڏ واه ڪان، وِجي چَوڪيءَ
جاءِ چڙهي
جت بانهن نہ بيلي ڪو بيو، اُت ٿِي تُنهنجي توهَ تري
پوءِ ميان پاڻ مَ تِيج پري، ساهڙ اٿائِيءَ سِيرَ ۾.

(٧)

اندر دل اُڪير، تَسِ مَن ۾ محب مهارَ جي
سا لَحظي ڪُنَ لنگهيو وجي، انهيءَ سَرِ سَان
سَاهِيُون سير
سا تاريو تَرنِ تي تار مان نِي، محب ڏيو من ڏيرَ
ٿِي ديوانِي دوس محمد چوي، موهِي سَاهڙ مِيرَ

ڪا پيتائين پڪَ پريت جي عشق گڏي اَڪسيرَ
اِيءُ ڪيرُ نہ جهڙو ڪِيرَ، جَنهِن تَنُ طهورانِ تار ڪيو.

(۸)

اندر دل اُڪَندَ، ٿِيَسِ مــن ۾ محب مِهارَ جي
گهڙِي گهڙو هٿ ڪَري، گهـران سُٽِي سَي گهندَ
اڃي لهرن ساڻ لپيٽ ٿي، چڙِي نيٽان ننڌَ
آرَ نہ جهليو اُن کي، ڪي مست پڙهيائين مَنڌَ
سا درياه مان دوس محمد چوي، وجي چُٽڪي چَنڊَ
ڏِڪيءَ لنگهيائين ڏِندِ، وجي پار ڏنائين پيِّ جو.

(۹)

اَچي سڪَ اَپَرِ، ٿِيَسِ من ۾ محب مهار جي
ايئن اَچِي پَئي آرَ ۾، جِيئن ڪيري ڪُن ڪَپَرِ
دڙڪا ڏَور درياه جا پانيائين بهتر.
تنهن تاريون ماري تار مان، وان ڪنيون ويتَرَ
ديواني **دوس محمد** چوي، پيئي واهڙ وَرِ
تِڪي تارِن کان وجي، پيرَ لنگهيو هُنَ پَرِ
جنهن جي دل دوسان جي دَرِ، سا اوري اٽڪي ڪينڪي.

(۱۰)

محبت محب مِهار جي، ڪِي موهي مست مجاز
اچي گهِري تنهن آر ۾، جنهن جهوريا جُنگ جَهَاز
اونهاڪُن اگُهورَ اُتي درياهَ منجهہ دَرازَ
تارِيءَ تاري تن مان، نِي سا نيت نينهن نياز
رکيا تنهين جا راز، دوس اڳيان **دوسُو** چوي.

(١١)

محبت محب مِهار جي، موهي ڪِي مستان
ڇا آرُ جهلــيندوَ اُنِ ڪي، جا ڪِي عــشــق انَان
درياه ۾ **دوس محمد** چوي، ڪيائين دوسُ ڏَيَانِ
جان اُتي عين ڪِيَا آخوانِ، تان سيوئي ساهَڙُ ٿيو.

(١٢)

محبت مخب مِهار جي، چاڻيءَ ڪِي بہ چَرِي
عــشــقَ اُڪـارِي آرَ مــان، وبــئي تــڪَ تَرِي
تَنَهن جِي دل **دوس محمد** چوي، آءِ ڏُونهَنِ پاسِ ڏَرِي
سا وِهي ڪيئن وَرِي، جنهن جا پيا پيچ پراران
پي سين.

(١٣)

تارا سان تارن، پــر موهي محب مِهار جي
محبت تاران ميث جون، تڪيون ڪَان تارَنِ
سا تُمي تارُو نہ پڇي، ٿِي ترسي ڏانهن تارَنِ
اُها تِڪي ڪان تارُنِ، وجي تَاربون ڏيندي تار مان.

(١٤)

تارُوءَ تــارِي تار، تار نہ تــارِي تُرهي
تــوڪــل تــارِي تــار مــان، پڳيس آرَ نہ آرِ
ڏر نہ ڏارِي پــريــنءَ جي، ڏمر جي ڏارِي ڏارِ
سا تري پهتِي تار، مِلِي محب مِهار ڪي.

(١٥)

سا يَرِ ڪان، سانيَرَ ٿي ساري
دانَهہ ڏِبِي ڪِينَڪِي، ساوڻ سياري

سَمنَا ساھڙ سان ڪيو، ٿي پَٽ پاري ۾ پاري
تار منجهان تاري، نيئي ميڙي حُب حبيب کي.

(١٦)

تَري ترسي تارَ، تري ترسي ڪينڪي
تَرِي پهتِي پار، مِلي مُحبَ مِهارَ کي.

(١٧)

ڏمرُ ڏيهاڙِي ڏي، سندا ميهَرَ ميهٽا
جهولِي پائي جهليا، مون سيباٽا سي
مَرُ چالِيه ڪري چي، سنگان سپيرين جي.

(١٨)

ساھڙ ڏاران سُوھٽِي آڏوتي آھي
ڪُنڊيون جو ڪاهي، پاَسي تنهِين پاڪُ ٿيي.

(١٩)

ساھڙ ڏاران سُوھٽي نسوھرِي ناپاڪُ
هو جي ڪير پياڪ، پاسي تَنهِين پاڪ ٿئي.

(٢٠)

ساھڙ ڏاران سوھٽِي، ھِيءَ جُنوبِي جوءِ
هِن پاٽيءَ سان پانهنجو، مور نہ متو ڏوءِ
جي پِي پاسي هوءِ، تہ ڪر توڏِيءَ تڙ ڪيو،

(٢١)

ڪَپرُ ڪينَ ڪندوءِ، وَنءُ لهرن گَڏيِي
مئي منٿي مهراڻ ۾، آتِي ساھڙ سَندوءِ
سو تُرت ترهو تار ۾، ڪنهن ڏانءِ پرين ڏيندوءِ
ميهر سو ملندوءِ، اگيان سنيوڙو سيٽاھ سِين.

(۲۲)

هتِ مَ بُوڙا پُنڌُ، هُتِ سيٽاهيا سَنگِي ويا
هَنِ پِرِ جو هارون چَوي، آءِ کُوڙو آسَابِنڌ
پَارِ پَونڌءِ پنڌ، محبتي ميهار ڏي.

(۲۳)

ڪَڙ ڪڙ ڪُنَ مَ وَڃُ، تو پر ڊِڄي نہ جندڙو
جيئن تون ابتا آرَ ڪرين، تيئن گهڙَندي آن اَڄُ
دلِ مُنهِنجيءَ ڏڄُ، بَڏِي محب مِهارَ سان.

(۲۴)

سُڪِيءَ بُڏيون جي، ساهَڙُ طالبُ تَنِ جو
گهڙيونَ سي گهڙا ڪٽِي، اوراَران اَچي
کَلُهي چاڙهيو ني، لَهرن سِر لائون لَهيو.

(۲۵)

سُڪي جِي سانباه ۾، بُڏيِن تانَ بُڏُ
ڪک، ڪَانڊيرا، ڪانيون، ميڙي پنڌ مَ مَڏُ
هُتِ نَڪو ساهَڙَ سَڏُ، نڪا سجهي سُوهِٽِي.

(۲٦)

پيتائين پريت جِي، ڪا ميهر ڪان مرڪَ
مُنڌَ مستاني ڪئي، اُنهيءَ ساوَ سُرَڪَ
لڳي ڪامَ ڪُرڪَ، ڪا لوهان تِکي لال جي.

(۲۷)

آن سُوهِٽِي سا چوان، جا اوڙهہ سَرِ آهي
اَچي وجيَ اَمُونگهہ تان، پيرُ نہ پُسائي
بولُون ڪِيو پِيِّ سين، تِي وَرنهن واجهائي

ڪو سالڪُ سُٽائي، تہ هُئِي جُوان ڪَهڙِي جاتِ مان.

(٢٨)

ڪا جا ڪُنَ ڪَرِينِ، پِنيءَ پُرِجُهر پاڻ ۾
اکيون تنهين آبَ ڪي، ٿيون آڏيءَ اُڪيرينِ
توڙي تِڪُون ڏِينِ، تہ بہ اُجَ نہ لهي اُنِ ڪَان.

(٢٩)

بَنڌُ طريقت ترهو، شريعت سجاڻ
معرفت مَنِ ڪري، هلجِ حقيقت ساڻ
روزي ۽ نماز سين، ڪِجِ پڪو پَهُ پَريَاڻُ
اهڙيئي اُهجاڻ، تُنهِنجو پاند پُسيئي ڪِينڪِي.

(٣٠)

جنهن وَرَ وَهيٽي آهيان، سو جي ٿِييم ڪانڌُ
تہ پُسي نہ پَلَوُ پاندُ، جَرَ ۾ هُوند جَمال چوي.



# آسا

(۱)

ارت آندو تو آءِ، وٺان ڪانڌ ڪتڻ لئي
چڏ عادت اُجهڻُ اياڳيون، ويهي چرڪو واهِ
هڪُ آندءِ قرض ڪتڻ تان، پيو ڪَر نَنگي تَنَ نگاهَ
ڪَتي ڏيج قرض تون، پيا لَٿا ليڱون لاهَ
دَمَ دٻوسان، تائج تاڙي، روح وچ ڳجُهَ رَهاءِ
مونا محڪم پائج پيڏيون، ڏيکيون دُرس ڏَراءِ
لڳَ سين ليٽَڻ ڦير ڦنگهن سان، جوٽين مالهه جُڙاءِ
ٽُنبي چموٽي ٽَڪُ ۾، پرٽي ساڻ بناءِ
ساند سرايون ساهه ۾، پُرجهي پيڙهه پُڃاءِ
دل ڪي دوستعلي چوي، اُوجهڙ ڪيمَ اُجهاءِ
جيٽو دست دٻوس ۾، ڏائي تَندُ ڏواءِ
هنيون، اڪيون، هٿڙا، هڪڙي هند هلاءِ
هُتِ ڪونهي غرض ڪتڻ جو، تون پورهيتَ پاڻ پڇاءِ
جي ٿيي ساجن سان سَاجاهه، تہ ٿي ماڻج عيش اَماگرا.

(۲)

چاهه منجهان چرڪي، ڦيرين ڪوهه نہ ڦڪرَسين
هُو ڏيبو اَرتَ اَماگرا، ٿو پيءُ اڳيانَ پرَڪي
تون ڪيئن وهين وساريو وَلهي، هيئن ڪلايو ڪر ڪي
هاٿي پائي پَاند ڳچيءَ ۾، ڪَرِ وينتيون وَرَ ڪي
پُوري ڪوني ڪَتُ تون، طاق دُوئي دَرَ ڪي
پورهيو هوُ پورهيت جو، ننگ پربو نہ رکي

هِڪُ ڳُڻُ ڪُنديِنءَ گهر ڪي، ٻيو سُنهنديِنءَ
سيني سرتيين.

(٣)

تان چئي ڪڏهن ڪِي نہ ڪتو مِ، وبِهي آتڻ وچ ۾
اَرٽُ آندُمِ جَنِ جو، تن جو پُڇڻ پيومِ
سَرتِنِ روز سَياڳَ جو، ٿي چگِيءَ يَتِ چَيومِ
سو دلِ مان دوستعلي چوي، وِسري سڀ ويومِ
حرصُ هنِيين هتڙين، ڪي نہ ٿوٽن ڪان ٿيومِ
اهو ڪچو ڪَم ڪِيومِ، تون پاڻ سجائج سپرين.

(٤)

ڪَتِي جاٽي ڪي نہ، آتڻ اوڏي نہ وجي
تَنهِن آٽيو ڪانڌَ اچاڻ ڪي، ڏي راتبَ روز رنگينَ
هِيءَ پِي آهِ وسيلي وَرَ جي، ٻولِي ٻولي ٻي نَہ
دوسُ دليان دس محمد چوي، لهي تَنهِن جا قَدر ڪَريِنَ
ڏڏ ڏسِيو پي ڏان ڏسي، اها سمجِهج ڳالهہ سَرينَ
جتَ اَچي ڪدينديون عمدا، سرتيون سُٺَ سَنگِينَ
تيتِ سائِل هَٽنديِ سَينَ، ڏيندا فضل فَقِير ڪَي.

(٥)

پر جوڙي چرڪو جو ڏنُئي، ڪانڌ ڪتڻ جي ڪاڻِ
سو قيرِ فڪرُ ڪَر فهم سين، اَرٽ مَ ايءُ اولاڻِ
رکي پيدِيَ يَتَ تي، چنگهين، مونين، هتُ مَناڻِ
مالهہ ملهاسِيي من ۾، چموٽي پِرِٽي تَڪُ تڪاڻِ
دَبُسُ تاڙي ديہِ ۾، ٿِينديءِ پيڙه ڪَنان پَهُچاڻِ
آتَئِي قَنگ عشق سين، ڪپين جوٽي جوڙ جُواڻِ

ڏيکيُون، ليٽَڻ، ڳجهَ ۾، رک دل سچي دروَاڻ
پوري نينهَن پتار جو، ساندِ سَرائيءَ ساڻ
تيهَ پُکيون، پنج پُوٽيون، اِن ڪَپهَ کي آڻ
نَائڙي ڪر نگاه نياز سين، تند پساه جي تاڻ
وَڍِ لاڳاپا لوڪ جا، حِرصَ ڦٽا ڪَر هاڻ
عادت چڏ اُجَهڻ جي، خامَ آهي ڪَرَ ڪاڻ
اُهنو لاه اُگهاڙ جو، مُنهن ڏيئي مُنهَن ڪاڻ
جَان دَر صراف، دس محمد چوي، تِهين سَرَهي سَرتِن ساڻ
ڪَنبي سُٽُ ڪَتيج تون، آهين زور اَجاڻ
ڪَنَدءِ سِڪَ سُڄاڻِ، سَمجِهي ڪَتُ سَنگِين ڪي.

(٦)

رڪِي پيدِي پَٽ، هٿ ڪري ڪَتُ حال کي
تيءُ سينڌِي سوداگر سين، ڪُوڙ ڪَچايون ڪَٽ
چَڏ ڪائي خام خيال کي، تون فنا ڏسي دل ڦٽَ
نس دن اور نگاه سين، ورهَ پاري وَٽَ
اِن اتيسَار عشق جو، آءِ مُلهَ مهانگي مَٽ
جتي پرين پاساري تيو، اچي سرتن لائي سَٽَ
تت اڳيان سُٽُ صراف جي، نيئي منجهان پاند پَرٽ
تہ ڏسي دوسيائون دوس محمد چوي، ڪِيئِنڌا گاز نہ گهَٽ
حَبِيباڻي هَٽِ، ذرو ضايع ڪينَ ٿيي.

(٧)

جوڙي چرڪو جو ڏنئي، آڻي ور اَرَٽُ
سو چاهون چورِ چگيا ڪري، پائي سِڪَ سَرَٽُ

چڏ حيلا حرص، هوس جسرتون، ان ۾ آءِ اَلَٽُ
طمع تات طرف جو، ڪُتي لاهج ڪَٽُ
ڪَڍُ سَپُ ڪُوڙُ ڪُنڍا وِجهِي، نيٽان نندَ نپَٽُ
دوس ڏيئي دوس محمد چوي ڪي ڪَٽيي انهيءَ مان ڪَٽُ
سَنگُ صرافن سُٽَ سين، ٿا مالُ ڏسيو ڪَن مَٽُ
هُن حق جو پاتو هَٽُ، تون سمجهي ڪَٽُ سَنگِين ڪي.

(٨)

ڪو جو وَهُ ڪاپاتيين، ڪَنبَن ۽ ڪَتَنِ
ڪارڻ سُودَ سَويرِيُون، آتڻ منَجهه اَچَنِ
اُنِ جي سُونهه سيد چوي، ٿا صراف سِڪَنِ
اگهيو سُٽُ سَندُنِ، ترازِيءَ نه توريو.

(٩)

ڪَتي ۽ کهي، چئي سُٽَ منهنجو سَڦرو
پوري صرافن جو، جي ٿِي مَنجهه لَهي
ته رُوَڻُ راند رهي، بِيي ڪَتَڻَ جِي ڪانه ڪري.

(١٠)

جَنهِين ڪتو ڪالهه، سي پاٽا پيبيُون مامري
جَنهِين تَڪُ نه مالهه، سي سينڌيُون ٿيون صراف ڪي.

(١١)

چَي سنهو جي سڪِيُون، سي ڪچا لاءِ ڪَنبَنِ
تان بندر بازارن ۾، اچو پيرَ پِرَنِ
اُنهِي سَنهي منجهان سَڦِري، تان جي لِينجَهه لَهَنِ
مَرُ ڪَتَنِ ۽ ڪَنبَنِ، تينهائيين طبيب چوي.

(١٢)

آتڻ چوي مَ ڪَٽُ، تاٽيان تندُ نہ نڪري
پاٽا روئِي رَتُ، چرڪو مون چڪَ ڪِيو.

(١٣)

چرڪو چوڪين انگڙين، گهاڙُو گهڙي ڏنوءِ
ڪَتين ڪوهُ نہ ويسلِي، اهو سازُ سَندوءِ
آرِتَ اُڪِليان پوءِ، گهَٽو هٽنديںءَ هٿڙا.

(١٤)

ڪَتي ڪِينَ ڪپاه، ڪورِيءَ ڪارون نہ ڪري
اَتَسِ وَرَجو واءُ، وينيائِي وڳا گُهري.

(١٥)

سُٽُ ڪاپاتِي ڪتو، تلهو ۽ ٿورو
سنئين پَوي صراف ڪَي، قولهي نہ قورو
اگهائي **شاه عنات** چوي، هِنَ ڏَڏِيءَ جو ڏورو
جِتِ تُرندو تورو، تِتِ شل ڪانَياري ڪَامَ ٿِئي.

(١٦)

ڪَتَڻُ موچاري ڪارِ، جيڪا ڪَتي
آنگ اگهاڙي مُور نہ وَتي
جيڏيَون جالَ مڙنديون جتي
تَعظمَ توجَه وَنَنديس تتي
سَوڪِي هوندي سا وَرَسَاڻ
پوندس ڪم قوبسر ساڻ.



# سر گهاتو

(١)

ايــيو اوساريان اُسَ ۾، جهلـيـو ڪُنَ ڪـنارِ
گــهـاتُو گـهـــر نـہ آئـيا، وڏي لـڳـيـن وار
هُيَسِ جنهن جي هارِ، سي موڙي ڇُريا مَڪُڙِي.

(٢)

ڪلِي جان ڪيڪاريان، تان ساٿي سَنگُ نہ ڪَنِ
وَارِيو وَهِتَ وَجَنِ، ڪَنِ سياڳَن سـامـهان.

(٣)

مـــون اُڏاريا مَڇِيَرا، اَلا گـهــاتُو آڻَ
مـيان مُنهندارن سـان قــادر وِجهہَ مَ ڪــاڻَ
هَٿَ مُنهِينجي هــاڻِ، قـــدر لَـــڌو جـــن ري.

(٤)

جـتي گُهــوريــو گــهـاتُئين، تـنـي رائـي بُٺُ
سَرَ سُڪا سـاقِي گـيا، سهسـيـن سـاٿي مَٺُ
جـتي ڏنـيِرَنِ جِـيِ، هُـئـي اَڪَ اُڳَهـــٿَ
سـي پِڙ نـهاري پَٽَ، وجن مـــاڙهُو موٽـــيا.

(٥)

ٿـلهـو ٿـو ٿـوٽـا هـــٽـي، مٿـو هـٽي ٿـو مَڇُ
باب تَنهِيـن جي رَڇُ، لکيـو لـــوح قـلـــم ۾.

(٦)

گُهـوريـنـدي گـهـورِ پـيا، اَگُهــور گهـوريائُون
مـيـنگرُ مـــاريـائُون، مـــلاحـن مُنـهـہَ سَـنِرا.



# سرِ راڳ ڏياچ

(١)

محلين آيو منگڻو، راڄا ڪي نہ ڪُهي
بيجَل ڪي نہ ڪُهي، مال وٺي موٽِي وَڃي.

(٢)

بيجَليا ٻولاءِ تون، ڪَهُ جا ڳالهہ ڳَرِي
پيئنين جِيين گرنار ۾، تندُنِ تانَ ڪَرِي
ڪِي تو پنڌَ پري، ڪِي منگ جهليندين مَڪنَا.

(٣)

تان چئي مَنگ نہ تُسان مُورَهين، نہ مون پنڌ پري
ڳِنهِي آيُسِ ڳالهڙي، ڳُجهِي تو ڳري
سمجهہ سا سورٺ ڏٺي، ويندس تان نہ وري
پَريان پنڌ ڪري، آن تو ئِي لَئي آئيو.

(٤)

ڏاتِ ڏجا ڏاتار، آهيان سوالي سرَ جو
ويندَس ڪين وري ڪڏهن، ايءُ مرڪُ نہ مَڱڻهارَ
جِهڙِي تو منجهہ ڏِتِ ڏياچ ڏيڻ جي، تَهڙا پُرسَ نہ ٻي مَنجهہ پارَ
صاحب لڳ ستار، ڏي مَٿو راڄا منگِتي.

(٥)

تان چئي مٿو مور نہ پاڙيان، تُنهِنجي تَندُ تنوارَ
سرَ ۾ سَڄُڻُ ناهہ ڪو، تون موٽ مَ مڱڻهار
ڪِينهين مَنجهہِ ڪَپار، لَڄيندو ٿو لاهيان.

# سر ڪارايل

(١)

سِجُ لَهِي سانجهي ٿي، پَکِنِ ڪوڙيا پَکَ
ڪَنهِين ماڙَڪ ميڙيا، ڪَنهِين چونڊيا ڪَکَ
پُنِيءَ لائي لَکَ، گَڏيو هَنجهہ حبيب کي.

(٢)

جتي هَنجهہَ هُجَنِ، سو سَرُ سَچوئِي واسيو
ڪَهِڙِي ڪَلَ ڪَنگَنِ، تہ ٿا هُتِ هِيرو چُڻن هنجهڙا.

(٣)

هنجهُ نہ هِيٺي ذاتِ، جو هَٽي چُهنبَ چلُڙ ۾
پاپوڙي پيرُ ذريو، لَئي چِگِي لاتِ
پَکِي پَنهِنجي واتِ، مناڙيو موتِي چُئِي.

(٤)

هَنجَهنِ سان هيڪار، جي ڪري نيهُن نهارِيِن
تہ بَگهنِ سانُ بِهارِ، بيلهہ نہ بَڏين ڪَڏهِين.

(٥)

سَرَ سُڪي کي سالَ ٿِيا، تان پڻ هَنجَهہ هِريوئي پيرُ
ڪَنگُ ويچارو ڪيرُ، جو رسي اِنَ رمز کي.

(٦)

پَکَنِ سِين پَاڻُ هَٽِي، اُڏاڻو آنگاسِ
جِتي پِرين سنداسِ، سو سَرُ ماٽي هنجهڙو.

(٧)

اُپو تکي تارِ، اکڙيون اوڙاه ۾

پِٽون جو پاتارِ، هَنجهُ تَنِهين جوِ هيرئون.

(٨)

وجيِنِ نَہ پيهيِ، پِٽُوءَ لئي پاتار ۾
ڪنڌنِ ۾ ڪيهِي، آءِ هَاجَ تُنهنِجي هنجهڙا.

(٩)

جو اونهي ۾ اوڙاهُ، جي هَنجُهہ تنَهين هوءِ
هِيءُ ڪانيرو ڪوءِ، جو هُونهين چاچَر ۾ چيرون ڪري.

(١٠)

ٿيو حُضوري هاڻِ، سوجها پييَسِ سَرَ جي
ڪوٺي لڌِي ڪاڻ، پکيئڙي پاتار مان.

(١١)

چلهڙَ چڪَ گهٽِي، جئن پاٽيءَ ۾ پُوَنرا
وَيَا چِتُ ڪَٽِي، تَنِهن سَرَ مٿان هنجهڙا.

(١٢)

بَگها ڪوهُ بُجَهنِ، تہ سِپُن ۾ چا سَپُجي
جي گهوراَ گهوگهِيتَنِ جا، سي لالُون ڪيئن لَهَنِ
سندِي ذات هَنجَهنِ، مُنهُ ڪوڙيو موتِي چُٽي.

(١٣)

سو سَرُ، سو هَنجُهہ، سو پکِي، سو پڃرو
پيهي جان پروڙيو، مون پَنهِينجو مَنجهُہ
تان ڏِيلَ اِهوئِي ڏنجهُ، جئن مارِي ٿو مَنجِهہ ڦِري.



# سر ڪاموڏ

(١)

جامَ ڏني سا چارَ وِجَهنديِ، ڊونڊي منجهہ هُئي ڊيلَ
سَنمُک سُندَر سُهڻِي، سالڪ، ڪوٺن جَهڙِي ڪيل
عَقُلَ اَڪابر اَعليٰ اڳري، هُئي نازڪ نينَّهن پَري نانگيلَ
تنهِن تَنُ تَمَاچيءَ جو نيو نُوري، نازُ ڪري سان نيلَ
اُنهيءَ آٽي ڪينجَهر ڪنڌيُنِ ۾ ڪوڙيا، تنبو ترت تنهن ويلَ
هِيءَ لَٽَ ۾ ليٽيوُن لَٽڪي، سا ٽي راند ڪري مَنجهہ ريلَ
ڪونيو ڪبيرشاه چوي، تَنهن جا سَپ سڏي سَرڪيلَ
تہ ڳَندِربؤ ڳُجري ڪيئن هَٽ آيَؤ، اَهڙي اَت اَڪيل
ڪامَ ڪنبايو جنهن جِيءُ مُنهِنجو، عشق بره اَٽڪيلَ
ڪارِي تَنهِن تان ترت ڪٽو، هِيءَ آءِ جوڳِيءَ تَيل ڦُليلَ
سا چاڙهيان تو چوڏيلَ، اج آئون مُنڌَ مياٽيءَ وچ ۾.

(٢)

مُنڌَ مياٽيءَ وچ ۾، سامَرُ لاڏ ڏسري ٽي لوڏ
طَرحين طَرحين تَنهِن سين، ڪريان وڏا ڪي ڪوڏ
سَمِي اُنهِيءَ سان ڪَانہ ڪَريندي، هَلِي اَچِي ڪا هوڏ
ڪَامَ ڪنڌِيءَ ڪاموڏ، مَرُ ٽِي مَرڪي مَحلَنِ وچ ۾.

(٣)

مَرُ ٽِي مَرڪي مَحلَنِ وچ ۾، هِنَ نِي نُورَنِ نَيڻ نزاڪُ
باغ تَنهِين ڪي بخش ڪريان، پِيا پَلنگ پٽرٽيون پاڪَ
ويهہُ مَاڙِيءَ مَنجهہ مهرِي مرجان، اڱڻ ڪلي اوطاق
تَنهِن سانَ ڪا ڳَهَت ڪَنَڌَسِ ڪانڪا، پَنهِنجي

وَس وَساندي واڪَ
تيرَ تُڪا تَنهن پبڙيُون، مارن ٿا مشتاق
جَنهِنجَنِ چشمن چوربم چاڪَ، سا ٿو ڳاڏي
چاڙهيان گندرِي.

(۴)

ڪنڏِيءَ مَنجِهه ڪِنجَهر جي، گندرِي آهي گُلُ
طرح تماچي تنهن جو آئُڙيو روح عَقُلُ
سا راڄا وِهارِي رنگ محل ۾، جت ٿئي شعر شُغُلُ
حيرت سين هونُدنُ چوِي، تَنهن جي ڪَرَ هٿان ٿِيَنِ ڪُلُ
سونهن برابر صاحب راڻِي سيڪا تَنهن سان ڪري نہ تُلُ
مِيءَ ڪي محبت ميڙيو، ڪٽي عشق نِينهُ اَمُلُ
اهڙو جام اصل، نورِيءَ ڪي تہ نصيب ٿيو.

(۵)

ڳالهہ جي ڳت، آچي نظر نوريءَ سين ڪَرِي
ڪنهن ڪي ڏي سا ڪينڪِي، اُها پنهنجو اَنتُ
سا حويلن ۾ **هوندن** چوِي، وهاري تماچي تُرتُ
سميون سي صبوح جو، تنهن ڪي اچيو نئڙَن نتُ
اُن ڪي چئو مُهاڻِي مَتِ، جنهن جي جهوليءَ چَنَڊُ
جُهلِي پيو.

(٦)

هيڏِيءَ ويرَ ڪيان، منجهہ ڪِنجَهَر سوجهرو
نڪو نارو اُپَ ۾، نڪو چنڊ اُهاءِ
ميءِ چڙهندي مَڪُڙِي، لَنئو پاند مُهاءِ
پَسين پَلِيجا، جيڏيائِي جوڙ وَهي.

(٧)

جهَڙي سونهن سندياس، تهڙو ڪنجُهر ۾ ڪونه ٻيو
ريس رَ راڻن ڇَڏي، وهي ڪانـ وتانس
مَتَ مياٽيون مڪڙا، مڙي معاف ٿياسِ
تماچي متانس، اُيو مورچل هٽي.

(٨)

تڙُ تماچي جامَ جو، تماچي تَڙَ راءُ
تَماچي جي تَڙَ تان، پيي گدا شاهُ
تڏهن لَٿو ڏنُ ڏهاءِ، جڏهن سمي سَام بَخشِي.

(٩)

سَما تو سرَ ڇَٿُ، پاڳارا پُرسَ ٻيا
ڳَهَرَ تماري ڳيڙي، اڇي جال جڳٿُ
جَنِ جيڏوئي پَٽُ، تَنِ تيڏيائي ٻڪيَا.

(١٠)

ڪنجُرَ ڪناراه، مئيءَ موچاريون اکيون
تَنَهِن جا وار وَسيهَرَ جهڙا، مکيا مشڪ منجها
پَسي ڳچِي ڳنَدريءَ، هنجهہ حيران ٿيا
پَسين پليجا، جيڏيائِي جوڙ وَهي.



# سر ڪنڀات

(١)

ڪَانڌ تُنهِينجي پاند ري، آن ٿِي سِيءَ مران
ڪوسِنِ ڦباهِنِ ۾، پيئِي نَنپِ ٺران
آچِين جَي گهران، تہ وِلهَہ نہ ساريان وَلها.

(٢)

ڪانڌ تُنهِينجي پاند ري، ٿِي سِيءَ مران سپ رات
ڪوسِنِ ڦَباهِنَ ۾، ٿَنَ تُنهِينجي تات
آچِين جَي پرِيات، تہ وِلهَہ نہ ساريَان وَلها.

(٣)

ڪانڌ مَ مَرِين تُون، تو وَرَ وِلهِيائِي نَ ٿيان
تو وَرَ وَنِيون ڪيتريون، مونَ وَرَ آهِين تون
ميان مَٿان مون، ٻُڙو لاهِ مَ ٻاجهَہ جو.

(٤)

هِن تاري ڪي سامهون، هِنَ تاري جيءَ لامَ
مونکي مُڪا سڄڻين، سَهٽي ڳاجَ سَلام
موٽج پرين ڇامَ، آن ٿِي لوڪُ لشڪر پائيان.

(٥)

ڇَندَ ناسيندي نڪتا، هيڪَ سرتا جُوانَ
مَٿَنَ پوتا پَٽَ جا، هيٺَنَ ٻُورَ ٻهانَ
ڪُڏائي ڪَهِڪانَ، ييج پِنِيءَ گهر آئيا.

(٦)

سُتي خواب لڌوم، هُيَس رات حضور ۾

راند رَونَدي ڍولَ سِين، نئون ٿي نِينهُن لڳو مَ
سِجُ جو اُپربو مِ، تنهن چاڪَ پرياڻ جا چوريا.

(٧)

جٺن جٺن تِي جُهلي رات، تِٺن تِي سڄڻ ساريان
لوڪُ سَتو ننڊون ڪري، مون پريان جي تات
وهاڻِيءَ پريات، پسان مُنهُ محبوب جو.

(٨)

جيڪِي پسان رات جو، سو جي ڏسان ڏِينهَن
تہ هُنَدَ اُڏامي باز ٿيان، وڃان ساجَن سيئن
دَسَ لڳا در پوريا، پرين پَسبا ڪيئن
آئون تِي چَوان اِئين، منهنجو ساهُ سِڪي تو سَڄِڻين.

(٩)

تارا تراريون، نيزا نَين پرين جا
هَٿن مُنهَ پاريون، سانگ نہ ڪَنِ ساهَ جو.



# ڪاهوڙي

(۱)

ڪاهوڙن ڪٽي، ساجُهر ٻَڌا سندرا
ڏوريندي مَنجهہ ڏونگرين، ڪيائون پاڻ پٽي
ڏُکن ڏِيل هَٽي، چِيهہُ لِذائون چپرين.

(۲)

مون سي ڏٺا ماءُ، جَنهِين ڏٺو پرينءَ کي
رَهي اَڄجي راتڙي، تَن جُنگَن سَندي جاءِ
اُنهِين جي ساجاءِ، ترهَو ٿِيَندم تَار ۾.

(۳)

ڏورِي ڏوري ڏيهہَ، مانَ ڪاهوڙي آئيا
مَيَن پِيرين ڪيهہَ، ڪوهُ ڄاڻان ڪَنهن پار جِي.

(۴)

ڪاهوڙي ڪرا، پر سُوڌي سُڌ پڪٽان
سُوجهي ڪنهن سَران، ڪيائون انگهن مَٿي آڪُرا.

(۵)

جت نہ پَکيءَ پيرُ، تت تمڪي ٻَاهڙي
ٻَيَو ٻاريندو ڪيرُ، ڪاهوڙڪِيءَ ڪير ري.

(۶)

ڏوٿي جا ڏورين، ساجُوءِ ٻُڌي نہ سُئين
پاسا مٿي پَٽئين، ڪاهوڙي ڪيڙَين
ويا تتِ ووڙينِ، جِتِ نهايت ناهہ ڪَا.

(۷)

ڏوٿي جا ڏورين؛ اوءِ اَڳانجهي جُوءِ
جتاَنهين ٿِي اُيري، ڳُجهہ ڳجهاَندَر جُوءِ
پَينا تَنهِين هُوءِ، جِتي پَهَتُ پَروڙڻُ ناهہ ڪو.

---

# قصو پنھونءَ سسئيءَ جو

سارانھيان سچو ڏٿي، ھوندو جو آھي
تنھن صفت ڪر سچي جي، جو ٿو گھاڙُو گھات گھڙي
اَنگَ اگيئي آنگيا، ڏُرون ڏٿيءَ جي
بندڙ جي شهر ڀانيٽي اڏيو اوساري
دانھُ دلُوراءُ ھو پتشاهُ پيڙھي تي
ڪمي ڪٿڪ نہ ھُيَس، ڪا ليڪو لشڪري
وانڪا وچيرن تي، چڙھن چڪ ڪري
سيڪو سلامي تيي پاٽو پتشاه ڪي
ڏسي ڏُوا موڪليا، نرَ تان نريي ڏي
ڪيائون پرٽا پاٽا ۾، تيا سنگيٽا سي
منڊر ڏني مائتن، نرمل ناھين ڪي
ڏاسيي آٽي ڏيھ ۾ ڏني پٽ ڪي پرٽائي
واجھايو وياو لئي، تي پُونجي پير سيي
بُنڌجي جائي بالڪي بيٽي ڀانيڻ ڪي
ورايو ورتيي ڪي تي پر ۾ پچائي
تہ پو تي پٽي پس تُون، ھن جو اَمُرُ ڪيئن آھي
جوسي ڏسيو تپٽو ڙيھو وسامي
بُنڌج ذات بروج سان، ھن جو انگُ لکيو آھي
تنھن وھلوُ وادِو ڪونيو، آندي صندُوق ستباھي
تن وڏي ڏيءَ درياءَ ۾، پيتيءَ ۾ پائي
لھريون لاوَھاريون، ڪڙڪا ڪُن ڪري
سمُھين سونيريءَ ڪون گھري ۾ گھاري

تنهن ڇڏي شهر ڀنڀور ڏانءِ آري اُهاري
تن پُڇيا پرتن ناهه ڪا، جي تاڙُو تڙ اَتي
تن ڏني پيتي پڌري، لهرن ۾ لُڙهدي
پُڇي پرتن پتڙي، ڪوڏان ڪڍائي
نہ سنتو بارُ صندوق ۾ تا پسن پرس سپي
تن پاڳارو پرتن جو هو نينهُون نانوَ ڌري
مايا مال متاع جي ڪا ڪمي نہ هي تنهن کي
توڙون نہ هو طالع ۾ ڪو وياءُ ويچاري
درياهَ پاچاهَ ديولي اُنَ کي ڏني ذات ڪري
والي وياءُ بخشو تنهن کي، مولي مهرَ ڪري
ٻُبو پيريءَ وات ۾، ڏنو واري ورنہ کي
ڪُلي ٿنَٽين ڪيرُ تيو ساڻُ اَمرُ اللهَ جي
سرهي ٿي سريرَ ۾ تنهن کي سڪ منجهان سانڍي
پُڄو پايو پينگهڙي تنهن کي لاڪيٽي لوڏي
تالو رکيو سسئي تنهن کي ڪامڻ ڪوٺائي
ٻاتي ورسَ وڄ تان پئا کي جُڳَ جمانڊر کي
سامائجي سرهالُ ٿي، آئي آتڻَ تي
تنهن سان ڪتن ڪوڏ مان ساهيڙيون سپي
ڪهي ڪيچان آئيو لاليو، سوداگرُ ست تي
اَچيو آتڻَ اندر تان تو ڳائي ڳالهائي
چئي آن ۾ ڪتي هڪڙي، سسئي سونهن ڪري
تنهن جو ذوڙي دنوارَ ۾ بيو شاني نہ آهي
هيءَ پدمڻي پنهونءَ سان هوند تري منجهہ توري
تنهن سڄي ڳالهہ سسئي کي چت وڌي چوري

جي اوڏهن تي اُو آٿيو، تہ ڏيانو مهري معاف ڪري
سگها وجو ساٿيا آوي اُن پري
تڏهن ساٿي سنيپا موتي مُلڪ اُتي
سي وَجي ڪيچ قرارئا سلامت سڀي
ڪيائون پهُ پُنهونءَ سان گُجهي ڳالهہ ڪري
صورت ڏني سون سسُئي مورت موچاري
تُنهنجو جوڙ جڳ ۾ اُها منڌ آهي
سُونهون تي هَلُ ساٿ سان، اَچانءِ پُنهون پرٿاٽي
چئي ڪريو عرضُ آريءَ ڪي، تہ مونکي موڪل ڏي
تڏهن مڙي مهجڻُ آئيو آريءَ جام اڳي
جي پُنهون ڏئون پڌرو تہ ساٿُ ئي سُنگُ نہ ڏي
تہ پَتيءَ پُنهون نہ ڏيان، اڳيان آري چي
هوتي، نوتي، ببر، بانهون، گدُو نيون لَلُو لانچائي
هوتي، نوتي، ببرُ، بانهون، سڀي نہ نيون سي
پُنهون ڏيهون پڌرو تان، ساٿُ ئي سُنگُ نہ ڏي
سري ساعت نہ جِندڙي مونکي پاڻُو پُنهونءَ ري
موڪل ڏني تن کي آري اڳو ڏي
تن هوتن هتيار سهٽا بڌا جهنوري جڙائي
وڏا سنج سنگلات جا آٿي اُنن تي
گهر بنڌيون گوڏن تي، پيون مالهون مالَ مٿي
متارا مياٽي ۾ وينا گهنديارا گهيري
تہ سوناري سرهي تي پسي پانڌين کي
لڳس عشق اموُنگهڙو، پاٽان پنهونءَ تي
سا سنيا ليو ساٿن کي تي ڪُرمشون ڪري

جوانو جهليو جُوءِ ۾ ڪو اَدا ڏينهُن اتي
تہ ساتي نہ ٿيَنِ سَنگتي، ٿا وَجن واٽن ڏي
تَن ٻَڌِي ٻُوٽَ پَلاٽيا، بوتا بارَ پري
ٻُنڌجن شهر پنيپورَ ۾، آيا مُهارُون موڙي
تَنِ ڇِڏيا ڇَپَ چانگن جا ڇُڳيرَن ڇوڙي
اُنِ شهرُ سڄوئي واسيو اُنَن اوڳاري
سڄي شهر پنيپورَ ۾ ٿي وائي اِيءَ وَري
تہ هيڙا ساٿي سنڌُ ۾ ڪڏهن نہ آيا ڪي
سَسُئي سَنبهي هَلي پَسَڻُ پُنهُونءَ کي
تَنهن اِيندي اکيون ڪنيُون، ٻِنهِي ٻاجَهہ پري
مليون معشوقن جون رتيون رَنگُ ڪَري
ڏَسي ڏُوا موڪليا، پَرتَنِ پُنهونءَ ڏي
تہ ڪيرُ آهي ڪِنِ منجهان، ڪهڙو ڪَمُ ڪري
هُتي آهہ هوتَنِ مان، هت ٿو پاٽڪي پَرتُ ڇوي
چئي وِڳا ڏيوسِ وِتراَ تہ سَهجُون ڏُئي سي
ڪَنهن پَرِ ڏوپنِ ڪپڙا، پُنهوُن پُڇي پرٿَنِ ڪي
تَنِ اَڪسَنِ آچيو اَکسين پاٽو پنهُونءَ کي
تہ روهڙيون وِجهي راس ڪري، ادا هَڻُ اِتي
تنهن پڇاڙي پرزا ڪَيون، ڦاڙي ڦرهَن تي
سَسُئي سَنبهي هَلي، تَنهِن ويرَ تڙَ اُتي
تان رڳو رَتُ هَتَنِ مان ٿو وِجي وَرنهہَ کي
چئي گنديون توتان گهوريان سُوڏيون پاڻ سي
هُونَد توئي سان تَڙ گهِران، پَرَ ڪچو لوڪُ ڪري
ميڙي گنديُون مَچَ ڪري ڏنيون دانهہ دائيءَ کي

مهتي بَدِيون مُهرُون تَنِ جي پاڻُو پَلوَنِ تي
دائيِ ڏيج ڏَٽن کي سپيئي ساري
الهه ڪارڻ ماڙهوئا گلا ڪو مَ ڪري
سَجي شَهرَ پنيورَ ۾ وائي ايءَ وري
تہ ڪڏهن ڪونہ آئيو هھڙو پَرتُ هنَ پاري
ڪوڏان ڏوبو ڪپڙا، خاصا ڪونيو ڏي
تَنِ ڏنو سَگُ سَسُئيءَ جو، پَوندي پُنهوُنءَ کي
تڏهن ماڙهن مَنهہَ اڏيا، چِنا چِائيندي
ڍُهلَ دَمامي ڏُڪڙين، نوبَتَ نغاري
شرنايون ۽ سورندڙا واجَتَ وَجا ٿي
وناهيائون وَلهو چُگير چِٿائي
لائون ڏنيون لعل کي سرتين ساٿَ ڪري
پرڻايائون پنهونءَ کي سَسُئي سينگاري
هُوئا بہ تي ڏينهَن اُتهين پاڙي پُنهُونءَ جي
ساٿي سَنبهِي پاهَرِ پيا وَري وَطَنَ تي
ڪي جي لڳنِ واٽ تي قدر ڏينهَن بہ تي
سي وَجي ڪيچ قرارئا سَلامَت سَيِي
تنِ ڏنيُون ڪيرون خوشيءَ مان، اڳيان آريءَ کي
تہ ڏمرجي ڏادو ٿيو آري اڳو ڏي
پُنهُون چِڏي پُنتي هلي آيا هي
سَسُئي سياءِ نہ هُئي، تڏهن ڪچو ٿيو ڪُرَ ڪي
پاٽان جاتَ پَرتَنِ جو اسان کي مهٽو مُوران ٿي
ڏُوڙي ڌوبِي نہ هُوئا، طعنو لڳو تي
تڏهن ڪربو پَهہ پُٽَنِ سان آري سي ٿو سنباهي

هوتِي، نوٽِي هلِيا، چڙهِي جُوانَ جمازنِ تي
ٻانهو، ٻَبَرُ ٻَهَرَ پيا، لَلُو لاچائي
تَنَ وِڏا سنج سنگلات جا آٽي اُننِ تي
ٻفتَرِيُون ۽ بافتا اُتيا اُن سَيُون اوچي
هوتين هشيار سهٽا ٻڌا جَهَنوَرِي جڙائي
سني سپيئِي سَوارَ ٿِي چڙهيا چانگنِ تي
سڌا آيا ساڪري، آهدِي اُچاتي
ٿا پُڇن گهرَ پنهُونءَ جا موٽيو ماڙهُن کي
تان سوڌو ڏنو سَسُئِي، هوتِي هتَ اُتي
تڏهن پِريو سا بازار مان وچيو پارَ پُنهُونءَ کي ڏي
تہ مون ڏنو ماڙهُن ٻہ، پُنهُون تو جَهڙو تتي
تڏهن حُبان هَلِي آئيو پُنهُون پيرَ پَرِي
سجاتائين سُپرين پنهنجا سڳا پائُرَ سي
اجهي سَسُئِي آئيا تُنهجا ڏيرَ سيي
تَڏهن ڳُر لڳيو ڳوڍَن کي ٿِي کلِيو کيڪاري
وارَ وِچايُون تنِ کي ٿِي پوي پيرَنِ تي
هَنڌَ حويليُون حُجرا ٿِي جاڳهُون جوڙي
ليقُوتيون لعلن لاءِ ٿِي پٽرٽيون پائي
سا لحاف کتوريُون کَٽُنِ تي آٽيو وَرنَهہ وِچائي
تازا طعام تيار کيو آٽيو ڏيرَنِ ڏي
کائي کيَڻُ خوش ٿيا، جڙِي وينَا جي
کڏهن لاکيٽِنِ لانچئو، اُتِي سِينچائِنِ سَنجهي
تان ڏکيءَ کي ڏيرَنِ چَيو، تون اَدِي ويهہ اتي
سا پِرِي ويئِي پينٽِيءَ تي، موتِي ماڳَ اُتي

پُنھُون ايندو پاڻھين اسان کي اُماڻي اڳتي
تنڊھن پَھِي پَرياڻي پاڻ ۾ ورتو واڳھين ورائي
سو بَنڊِي وڏو ڀھڳٽين، اُٺانئين اُٺ تي
هَٽِي ڪامَ ڪرهين کي پُريا پَنڌَ مَٿي
سُتي سُکُ نہ سَسُئِي، ٿِي آڌِيءَ رات اُٿي
وهاڻِي واڪا ڪيو ٿِي ساري صبوحَ تي
تَنهِن کي پاڻان پَلوُن وِجَهن، جَهلوُن اَچِي
ساهيڙيوُن بہ سڀِي
ماڙهُو سيڪو مَتِ ڏي آچِئو ٻيهو ٻانيَڻ کي
پيءُ پَليندي نہ رهي، جان کَيِ منٿُون ماءُ ڪري
هَارِي وَجُ مَ هيڪلِي، ڪَهَہُ مَ ڪيچَ مَٿي
مرنِ مَتو ناه ڪو، آهنِ جَبلَ وِچان جي
ٻوهيو چِٽا ڏوهَ ڏيهَنِ ۾، هاتارَ هَنڌَن تي
لُچ لڳُورَ لَنعتِي، رُوباهَ مَٿي
شِينهنَ شهگوز شڪرا، عاقُبَ اڳو ڏي
ٿيندِينءَ ماسُ مرُنِ جو، ڪوه چاڙان ڪٿي
اُتَي هَلِي هيڪلِي پَنهنجو صاحِبُ سنڀالي
وجِي ٿِي واڪا ڪَندِي، ڪَهندِي ڪيچَ مَٿي
پير تُنهن جا پٿُون ٿيا، چڙهندي چِنجنِ تي
ڏيِنِ ڏوراپاَ ڏيِلَ ۾ ڏونگر ڏکِيءَ ڪي
سَا ڏوراپا ڏيرنِ کِي هِيءَ ڏکِيءَ وبندي ڏي
لنگهي پَبُ پري ٿِي، هَلِي هاڙهي ڏي
رَڙڪا ڪريو رُجَ ۾، ٿِي وَر وندُر ۾ ڏي
تاَن ڏاڍِي سِيرَ سموندَ جِي آيَسِ اڳو ڏي

درياهُ پَسي دَهليِ، هـُو ويـا هـورَ لـنگـهي
سي سُڪِيءَ تـاَن سعيو ڪري وَيـڙا اُنَ اَڳي
تـڏهن پيرُ نہ ڏسي پِرَ جو، نَڪي سَلو سَانگاهي
تـڏهن رويـو رَتُ ڦُڙن سان تِي اڪـيون آبَ پَري
وريـو پـوئـين پـيـرَ ڏي اُهـا مـُـنڌَ اچي
سـا سُـري سَنگهر پـَتـيـن آئـي وَٽ اچي
تـان پـرِي ڏَنَ ۾ بـگـهاڙُ پـيـو، اَچِي ڪـنـيـاَئـين
ڪُوندِي کي
تـڏهـن لَلي ڪـيندي ليڏٽو هنيون ڪتُو ڪارُ ڪري
تـنگَ نہ چورِي هيـڪڙِي، نـاهَرُ نَـڪِي ڏڙُ ڏُوٽِي
تـڏهـن دل ۾ درمـانـدِي تِي، ويـئـي سُـئي سارَ جِڏي
چَئي آيَـس اَناڙِي تـاَن رکيم پرور پَنُ ڪـري
تنهن هڪيو ڏنُس هَٿَ ۾ ڪٽِي ڪتورو ڪَيندي
پَهـوُن ڏُڏائـيـن پـَٽَ ۾، تَنـهن جو زورو زمين تي
تـانسِين ڏُبِي ڏَرتِي اَڏَ تِي، تَنهنجا سُئا سَڏَ سچي
پـردي انـدر پـاڪَ ڪـئِي، پـَلِـي پِـرَمُ ڪري
لَـلي لوڙهـ وجائِي، سـو پـريـو پـُونءَ ڪـوتـي
اَلا اَنَ سـُونـهـيـن جـو شـَلَ آريـاٽِـي اَچـي
تَنهِن واڳُون واريـُون وَلـهَي، پنهـُونءَ پـَرو ڏي
سـو رسـيـو رَهـبرُ راهَ ۾ پـاڻ پـيـاديءَ ڪـي
تـڏهن ڏسيو ڪتورو ڪوڏَ مان تـو پُنهوُن پُڇائي
تـہ هِنَ ڏَيـاٽِي لاڏلـي لَلا، ڪُنوار ويـئـي ڪاڏي
تان چـئي پـيـهِي تِي پـاتارَ ۾، اياَئين لَوڙُهـ لَٽي
تـڏهن وَنئو چُنِيءَ پاندڙا، پُنهُون سَسُئِي سَڏَ ڪري

پيهي ٿيا پاتارَ ۾، ٻَئي داخلُ ڏرتيءَ جي
جُنبيون تن تي زيارتون، عالمُ سڀُ آچي
ڪريون سوالَ سڀئيءَ ڪي، مانَ پُنهون پرُ وجهي
سي ڪندا عرضُ الله ڪي، ڪٿي سَڌُ ٻُڌندا سي
ڏَٺُ پَڪن ماڙهو مرون، تو وَجُهہ واجهائي
ويو ڏڪارُ ڏيهَ مان؛ ٿي موڪلَ مينهن ڪي
واليءَ وَس وسائي، ٿيا ساوا ڏيهہَ سڀي
ٻَندن سان براهمرُ چوي، شالَ مَولو مهرَ ڪري
ڪَلِمون چئو ساري، تہ مڙو مُحَمّدَ جام ڪي
لا اله الا الله محمد رسول الله



# قصو جمجما سلطان جو

(١)

ساراهيان سچو ڏٺي، جنهن جي جوڙ جڳاءِ
صاحبَ تُنهنجي سَگهہَ جو انتُ تُنهِين کي آءِ
وِهَٽيءَ سَپ وهتاڙيِن جوڙيُون جاءِ بَجاءِ
مَوليٰ مِهرَ سَندياءِ، هِيءُ ٻانهو ٻاجَهہ منگي ٿو.

(٢)

ٻانهو ٻاجَهہ منگي ٿو، در تُنهنجي درگاهَ
عيسيٰ نَبِي الله جو آيو رَندُ ونيو ٿي راهَ
تان سِپي پَر سَمُوندَ جي چَڙهي نيکَ نگاهَ
تان سرُ بِنا ري ساهَ، آهي کَنهِن اَيامَ جو.

(٣)

آهي کَنهِن اَيامَ جو، تَنهِن جا پنجُهوءَ کَنَ پريا
مَنجهس مِ ماکوڙن جا کوڙين کي هزارَ هُوئا
کولَنَ کائي کيترِن نهرا نيشَ کئا
اَچِي اَنَهِين پاسِ عيسيٰ، پاڻَ اُپِي رَهيَو.

(٤)

عيسيٰ پاڻَ اُپِي رهيو، کيا هاتکَ هَٿَ سَوان
آڳا تُون احسان سان وِجهہُ مَنجَهس روحُ روان
تہ پُڇِي پَنڌِ پوان، حقيقت هڏي کان.

(٥)

حقيقت هڏي جِي وَحيءَ آندي واهَ
توتي رَبّ راضِي ٿيو، نالو جَنهِن اللهُ

پيو سِسيءَ مَنجھِه ساهُ، حُڪُمَ ساڻ حَڪيمَ جي.

(٦)

تَنهِن وبرَ سسيءَ کان پُڇيو آ نيڪَ نَبيءَ نروارُ
ڪِي تُون هُئين دُنيءَ ۾، ڪِي تون دنيادار
ڪي تون بادشاهه ملڪ جو، ڪي تون چُور چڪارُ
ڪِي تون غريبُ آدِمي، ڪِي تون زميندارُ
ڪِي تون مُلومهت جَو، ڪِي تون عاقلِ عقلدارُ
آسان تي اِظهارُ، حقيقت هَنَّا ڪرِ.

(٧)

تڏهن سسيءَ ڪي سمي، آيو آبُ اکن مان
ڳوڙها سَرِ ڳلنِ تان وِيڙُسِ رَتُ رَمِي
تہ دنيا ۾ دولت جِي هُيَمِ ڪانہ ڪَمِي
هُو جو ساءُ سر زمِين، سو آئُون جمجما
سُلطانُ آهِيان.

(٨)

تڏهن جمجما سلطان کان، پُڇو نالي مني نُورَ
تہ ڪهڙا تو عدل ڪيا، ڪهڙا تو دَستُورَ
مُلڪَ مڙيئي ميرَ چَوَ وڻَنَئيءِ ڪهڙي ساڻُ شعُورَ
مياَن اِهي مَذڪُورَ، مون تي مڙيئي معلومُ ڪَرِ تون.

(٩)

تان چَئي مُنهِنجي هِنَ مَذڪُور جو، شَهَ پهربون
سُڻُ بيانُ
تہ سورَهَن لک صوبن هُوئا، جن تي سڏايو سُلطانُ
آسِي لکَ گهوڙَن اَپِني، هو سَيڪَنهِن سان سامانُ

ري ساڏي رُوءِ زمينَ تي چڏيُمِ توڙان ڪو نہ تُمانُ
ايڏي سان اَخِواَنَ، هوسِ طالِع وَند تَختَ تي.

(١٠)

پيو مَذڪُورُ سنُڻُ تون عيسيٰ عَقلدارَ
ڪارَهَن لڪَ ڪويسَر، عاقلَ آدمي خاصا خبردارِ
ٻِئا ٻِي سَتَ هَزار سَتَ سا سَتين اَڳراَ، هئا خوجاَ
خذمَتگارَ
ڳاڻِ ڳَٽيائي ڪينَڪي، هُئا بَهُتُ گهٽا بيلدارَ
جيئن ڪارائِي ڪَڪرِين، تِيئن مون وَٽ ڪَتَڪَ
ڪَارونَيارَ
ايڏي سان اختيارَ، هوسِ تالابِنُ تَختَ تي.

(١١)

تيون مَذڪُورُ سنُڻُ تُون، اي نَبِي نُورانِي
پَنجَ لڪَ هاتِنِ جا سي هُئا مون وٽ مستاني
چار هزار حَجرن سي هئا جي آڏيا ايراني
تَنِ ۾ لَڪُ نيشانِنِ اَڳربُون، جي ڪووِلَ زبانِي
جوڙي جوڙيان تَنِ سِين، تان سورجُ ٿيون شانِي
ايڏي سان اَخِوانِي، هوسِ تالابِينُ تَخَتَ تي.

(١٢)

چوٿون مَذڪُورُ سنُڻُ تون، ڪاملَ لائي ڪَنُ
ہِ لَڪ سَئيَسنِ سي هُئا، جي فَراشُون ڪَٽَنِ
ہِ لَڪَ آهيڙنِ سي هئا، جي لوڏ حوالِي جَنِ
ہ لَڪَ پهلوانَنَ سي هُئا، جي مون وَٽ مَلهَ وڙهَنِ
ہِ لڪ پاهيڙنِ سي هُئا، جي بانڪَا بازَ ڪَٽنِ

۾ لک ويجَنِ سي هُئا، جي دارُون دوا ڪَنِ
ڏينه تہ مُنهنجي ڏِيل، تان ٿي تُرت لَنگهايا تَنِ
منهنجي مُهرُ مجي مُلڪَنِ، آئون هوس تالابين
تَختِ تي.

(۱۳)

پنجون مذڪُور سُڻ تون عيسيٰ جُنگ جواُنَ
جيئن هڪَ بَهُتُ آڏايم بنگُلا، چؤنرا ۾ چُوگاَنَ
تن ۾ بيحد گهٽان بورچي ساڻ وڏي سامانَ
پنج سا بنين سي هُئا، تَنِ تي ٿي پَڪا پَڪوانَ
اُهي سي اُپاريا مون راھہ مَٿي رَحمانَ
گِٽي گِٽيان ڪيترا، توسين شاه بَيانَ
ايڏي سان آخوانَ، هُس تالابِينُ تَخت تي.

(۱۴)

چي هُئين تالابينُ تَختَ تي، ڪَهڙا عَدُل ڪَياءِ
ساڻ غريبن گهوتيا، ڪهڙي وَند وَنديِاءِ
راوَتَ رَعِيتَ سَنداءِ، ڪيئن ٿي داَد پَهُتِي دَر تي.

(۱۵)

تان چي ڏهون بَخرو ڏهَ تي، راوت نُڪ رکيامِ
ڪَچ تُنهين تي ڪانَڪا، نڪا ڪَٿ ڪَيامِ
ضامن ضَعيفَن جا ٿي وَڏا غور ڪَيامِ
تَنهين تي ڪَست ڪَيام، جَنِ مجي مُهر نہ مُنهنجي.

(۱٦)

تان چي هُئين تالابينُ تخت تي، ڏِنُئي پَروَر پاچاهِي
اچي ڪِي عِزرائيل توسين ڪِهڙي ڏاڍي ڏاڍائي

سُڌ سٽايَئون سائِي، مِيان پنهنجي مؤت جي.

(١٧)

تان چي ٿيِئَرِمُ شؤق شڪار جو، پيِئَرِمُ ڪو پَرلاءُ
پنج سَوَ ٻيلي ڪَنيمُ پاڻ سان، ٿي لَکَ سَٽ سپاهُ
تـن ۾ شير شريف هڪڙو هو عاقل وڏو اُمراءُ
پنج منزلون پنڌ ڪري، ڪَاهيمُ ڪوڏ منجهاءُ
تَان چڙهيو لڳن تاءُ، مَغزَ مَٿي سُور ڪئون.

(١٨)

مَغزَ مٿي سُور ڪئون سڄو ڪنڌ ڪپارُ
جَامُون جاءِ نہ ڀَانيِئيان، پَانيمُ انڌوڪارُ
سو سَيُ وِيِئَرِمُ وِسري، جو هُوَئَرِمُ شوق شڪارُ
چَڏي موتيِس پُٺتي اُهو دارمَدارُ
تَان اڳيان تخت تيارُ، اچي عيسيٰ اَمُر سان ٿيو.

(١٩)

تنڌهِن سهسين طبيبن ڪي سَڏايمُ صَحِي
حاضَر سي حڪيم ٿيا تَنهِين ويل وَهِي
دارُون هِن درد جو ڪَرِيو پاڻ پَهِي
وجي لَحظِي منجهہ لهي، هِي جو مرَضُ مَٿي جو.

(٢٠)

سي ڏين ڏسيو رَنگ ڏيل جو، تَن ڏستين ڪنيو دارُون
اَچيوَ اُتَ اُمرائن ٿَي سَوَنَ لَڌيُون سَارُون
تِن پنهنجي ئي پَارؤن، وَسَ وڏَا ئي ڪِيا.

(٢١)

وَس وڏائي ڪِيا، حِيلا حَڪِيمنِ

سرَ منهنجي تان صَدقو، ڦريو فيل ڏيَنِ
وِرچِيو ويجَ وَجَنَ، کا ڦَکِي ڦَير ئي نہ ڪري.

(٢٢)

ڦَکِي ڦيرُ ئي نہ ڪري، ڪونيو ڪُوپہِ سُجاڻُ
تان صُورت عزرائيل جي تَنهن آچِي پَسايو پَاڻُ
عيسيٰ اَمرُ ساڻُ، لَڳِي مُهر زبان تي.

(٢٣)

لڳي مُهر زبان تي، آيو جُنبي جُوراڻو
تَنَهن بيحد خانا بند ڪيا، پيو ساه ڪَنيائين سَاڻُو
ساَ پرَڪيائين چندڙي، جيئن مَنڊيءَ مَانڊائُو
جي آءُ اُتي اَلائُو، تہ پَهُتي آهہ عرش ۾.

(٢٤)

هڪڙو اُلڪو اَميرَن ۾، پيو پُٽ وَزيراءُ
راٺيُون رُئن رَتَ ڦُڙا، سَهيلِيُون تَنهن وِيراءُ
بَڻَ بَنيُون بيهي رَهيُون، ڪوجو وريو واءُ
جَمِجِمَا شَاهُ، مَنَجَهان لوڪَ لَڏي ويو.

(٢٥)

اَجُ اجوڪِي راتڙِي، مَيَتُ آه مِهمَانُ
ڏوپي وَاسي ڏَريو، ڪَٽِي ڪتوَلي سَاڻُ
جنهن تي پانيو پاڻُ، تَنهن جِفَا آئي جيءَ ڪي.

(٢٦)

صُبح ڪٽي ڪتولو هَلِيا داڻه دُنيءَ مَنجهانَ
مَيتُ لوڏو نہ سهي، هُنَ تِي کاهيو ڪست مَنجهاَن
لَڳو رُوهہ لَکَن سان، سُنجَ چَکيائين ساءُ
لِنبِي لوڙهہ مِتانءُ، ڏري وِيمِ ڏوڙ ۾.

(٢٧)

جانَسيين هُوزَمِ هُوءِ، تانيسين هُوَ ژُمِ آسرو هُوءِ هُئائيين هَليا، ٿيمُ پُڇاٽو پوءِ دوزخ دَريون اُپَنيُون، رويو رويو چوءِ عيسيٰ اُمرائن مان مَون کي کَمِ نہ آيو کوءِ جَمجما شاه جو خَيَرُ اگهيو هَڏ نہ کوءِ آيا مَلَڪَ مُقابَلي، تَرسُ نہ پيَژنَ توءِ کهڙو دين مجوءِ، اتي جُوان جَبابَ کَر.

(٢٨)

جَبابَ کون زَبان کي، آيو تَن اگيا پَسي صورت تَن جي، دلَ تي دَهشتَ کا تَنِ کَدي گُرزَ هَتَن سَان هنَيا کوپَ مَنجها تُنبي تنبيَ سَاهُ، عيسيٰ مَلڪَ اُتي ويا.

(٢٩)

پوءِ کوڙين کيئان قَبَر ۾، ٿيا بيحد بيشُمارُ ساعَت نہ ڏنائون سَاهَ کي کيڙَنِ کو قرارُ پنج سَا وَرهَن دوزخَ ۾، پيو پٽ هوسِ هَزارُ تِنهان پوءِ تَيَژُمِ نارُ، جَڏهِن عيسيٰ اَمرَ سانِ اچي وِيوُ.

(٣٠)

عيسيٰ اَمرُ سان اچي، تڏهن ڇُٽس عذابَان لاَ الہَ الاَ الله عيسيٰ روحُ الله سَي جَمجما جي هلي بهشتَن ڏانهنُ جيَ کلمون چُونِ مُنهان، مَرَهي تَنِ مڙني کي.



# قِصو ٻلي ۽ ڪُئن جو

(١)

ساراهيان سو ڌڻي، جو قُدرتيــن ڪـَمـالُ
آهي مـعـلـومُ تـنـهِن کي، مـڙئـي حـالُ اَحـوالُ
سُـيَـمِ حـڪـايـت هيڪڙي جو خاصو خوبُ خيالُ
تَهَدلـيـيـؤَن ڪـري تـنـهن جو، مَـنـديـو مـون مَثالُ
ڄا تَہ َڪنهين شهر ۾ پـيـو هُـئو ڪَـکَـن جو ڪَالُ
اُهي مـاڻـهـو ڪـاهـي مَالُ، ڪَـنـهـن اَوَسَـر سـاڻُ
اُٿي ويا.

(٢)

وَهـتَ ونـي اُهـي واهـڻـي جَا ويـر چَـرڻ ويـا وَسَ
ڪاَ ٻلي ٻـارَنِ سـانـدي هُـئِـي، ڪـنـهـن رنـگ وڏي
سين رَسَ
سَا وِسـرِي ويـچـارَن کـي ويـئـي اُنـهـيـن هَـنڌَ اَپـسَ
هُـرِيـرِيءَ جي هـنـيـانءُ ۾ گـُـونـدرَ لايـا گَـسَ
سـارِيُـون سـانـبـيـڙَنِ کـي ٿـي سَـٺُـون ڏِيـي سَـهـسَ
لائـي لابـارو لَـسَ، ۽ ڪـاهـي ڪـُوئـن ۾ پـيـئـي.

(٣)

ڪـارَڻِ قـُوتَ پـنـهـنـجـي، ٿـي لَـڪـيـن ڏنـائـيـن لاهَ
ڪـُـٺـيـو نـت ڪـُـئَـنِ کـي، ٿـي نـهـوڙيـائـين نـاگـاهَ
مَارِيُون اچِي مـُـوشَ سـا ، سَـٽـيـُـون سَـنـجـهـہ صُـباحَ
تَـنِ جا سُـڪـا سـاهَ، ٿـي ٻِـرنَ مَـنـجـهـہ ٻِـلـيءَ ڪـئـون.

(۴)

تَڏهن ڪُٺـنِ ڪنهين ڏينهن ۾ مڙني ڪِي مَصلَتَ
تہ رَن نہ رهندي ڪڏهين، جَنهن جا ڏند رَتا سِين رَتَ
سـاڙي ٿـي سـاٿـيہَ ۾، تـنـهن هَـئِي سَندِي هَيبَتَ
ڏيـهہ پنـهـنجي ڪـئـون ڏور ٿـي، وجي ڪـٿـئـين
ڪجي قَسمَتَ
هَـمَـہَ سانڻ هِـمَـتَ، ڪو پَـهـُ ڪريو پَرديـس جو.

(۵)

تَڏهن رَمي هلـيا رات ڪي، ڪو پَهـُ ڪري پَريَانُ
ڪُلَ ڪُـئَـا ڪـسـنُورَ جا سُـور وني ويـا سـانُ
يـَجِي يـبگا بـاهَ ڪَـئـون، بَـهـَڳُـڻ لائـي بـانُ
تان ڪـٿئين سانگُ سَتانُ، وجُي تِيُنَ مُولي جي مُلڪَ ۾.

(٦)

تَڏهن بِلي ٻاجهارِي ٿـي، جَان ڪِي بُجڙي بُـڪَ
وِيُسِ قـوت ڪُـئن جو، سي سـاريـائـيـن سُـڪَ
لِيَٿيو لُقَمن لاءِ لُڇِي، سا جيءَ جهوري تِيَسِ جُـڪَ
وَنِـتـي ڏاڍي ڏُڪَ، ڪـنـهـن ڪـنـڏيءَ پـاس ڪـري پـيئي.

(٧)

ڪنڏي پـاسِ ڪـرِي پيـئـي، چِڏي سَـگـهـَ سَـرِيرَ
ڪري سـبـاجـهـا سـڏڙا سـاريـو پـيـرَ فَـقـيـرَ
هُـيَـس ڪـا ڪـادِ ڪُـئن جِي، اَنـدر مَنجهہ اُڪيرَ
تہ والِـي واري وِيـرَ، تون قـادر آڻِ ڪُـئـنِ ڪـي.

(٨)

تڏهِن ڪُـئَن ڪنهين ڏيـنهن ۾، ڪِي منجهون پِرت پَچَارَ

تہ ڪڏي مُنجو مُوش ڪي، پنهنجي ڏيهہ ڏوارَ
تہ سَهيو ڪَنِ سُجي جا، سي وَڃي پِنَيل سندا پار
تہ ڏاتَرَ ڪڏي ڏيهہ مون، ڪِي ماري موتَ مَڪارَ
سڳها آٽين سيڳهہَ ۾ اها خَبَرچارَ
پوءِ اِلاهِي توهار، اسين موٽون پنهنجي مُلڪَ تي.

(٩)

تَڏهن ڪي ڪُٺا نڪريا ڪَستَ مون، وڏي سَت سَڌَر
سي ڏُوسِي پَهُتا ڏيهہَ ڪي، اُنهين پَاس پَهرَ
جِتي هُئي بَاڪ بِليءَ جي، ظَاهِرُ ساڻُ زَهرَ
سي چُئا چِڙهَيس اوچتا نَاگهہَ مَنجهہ نظَرَ
تڏهن نَڪُ گهيو گيسِي ڪري، مَنجهون مَنَ مَڪَرَ
تہ ڪوڙين آهين ڪينترا، مون تي آوهانِ جا ڏُڪَ ڏمرَ
سي سڀ بَخشِجو بِاَللهِ لڳِ، جي مون ڪيا
خون خَطَرَ
هاٽي هَلِيَس حَجَ تي، آئون سُٽي قيامَ قَبرَ
چاليهنِ تي چاليهنِ جي رڪيم چاهُ چَهرَ
ريڙهي اَچوِ راڄ ڪي چِڏيو خوفُ خَطَرَ
تہ پيرين پَئِي پِرَ، آئون هيجوَن هلان حَجَ تي.

(١٠)

تڏهن مُرڪِي موتيا مُوشَ سي، ويا رَمِي ڏي راڄَ
فقيري جي فيض سان اَڄُ تي بِليءَ تي باجَهہ
هاٽي خوفَ خُداءِ جي ماري ڪئي موتاڄَ
چاليهنِ سا چُور ڪِي، وِيَس وڙهڻ جا واجهہَ
پيئي قُربِ ڪُئن جي، لائقَ پَريءَ ڪي لاڄَ

پـرَ بخشائيندي بَخشجو، هوءِ ڪاڏائين جي ڪاجَ
حاصُل ڪَمُ ٿيي حَاجَ، جي اَئيـن هلو تہ هوءَ
حَجَ وڃي.

(١١)

تَڏهن ڪُئا ڪري ڪاهَ، موتيا پنهنجي مُلڪَ تي
بـلَيءَ ڏِنا ڏورئيـنَ ڪـري نـرت نـگاهَ
سـرهـي ٿـي سـرَيـرَ ۾ تـہ آنـدَاَ پـانءَ الله
تَڏهن نَڪُ گهيو گيسيون ڪري، سرُ صَدقو ۽ ساهُ
تہ حَرفُ بُڌَو مون هيڪڙو، جو ڪَنهن دُرسُ
پڙهيو دانَاه
تہ ڪُلُ نَفسِ ذائقَةَ المٰوتُ، ٿيندو سڀ فَناءِ
تنڏهن توبہ ڪري تَائبُ ٿيَس، دولَهہَ جي دَرگاه
هائي زَاري هنَ ضَعيفَ جي سُٺو سڀَ صَلاحَ
جيئن سوڙهاَ ٿي سَمهن ڪَربو، اچو لَگِ اَللهَ
تہ آئون حَجِ وڃان هَرِ گاهَ، پڙهي خَتمون خَير جو.

(١٢)

تنڏهن موشنِ ڪي تَنهن مَڪَرَ جي، ڪانہ پيئي
ڪا ڪَلَ
تَنِ سَپِني ٿي سَمَهن ڪَئي تَنهين ماڪِ مَهلَ
مَتِنَ بَلي پيئي بانيءَ جَانَ، ڪري هُوءِ هَڪَلَ
ڪي هيٺون پنهنجي پَيٽ جي، دَسيَا دُز دَغَلَ
ڪي پيڙيائين پيرَن ۾، ڪَي باقي مَنجهہ بَغلَ
ڪي واري وَرتائين واَت ۾، ڪي چنبي ۾ چَئِچَلَ
تان اِنهي تور تَهلَ، هِنَ سَتَ ڪُئَا سوگها ڪِئا.

(١٣)

تڏهن ڪُٺا يڳا ڪَرَهِ تي، جيئن جهاڙو ڏيي جَهاڙُ
تـرُ نـہ تـرسيا ڪينـڪِي، پَسي ڏڪُ ڏوارُ
چئي پڇو تان پيٽي ٿئي، نَتَ ماريندي مَڪارَ
سي وجي پَهُتا پَارِ، ڪاهي پنهنجي ڪُرِمَ ڪي.

(١٤)

تَڏهِن ڪُٺَن ڪُڙِمَ ڏي، پُڇو ڇي ڪريو خَير خَبَرَ
جيئَن سگها آيؤ سيڪهہ ۾ ڪنهِن ڏاڍي ورتو ڏَرَ
تـڪا آيـؤ تـيـز سـان جهـاڳي بـيـديـون بـرَ
ڪَلَ ڏيـو ڪـا ڪَـرَ، حَقِيقَت هِن حالَ جي.

(١٥)

تڏهن ڪُٺنِ ڪُـڙَمِ ڪي ڏنـو جودؤن هيءُ جَبابُ
تہ ڪَاج ٻليءَ جو چِيـچِـڙا ، جَنهِن ۾ نـہ آه ثَوابُ
اڳي ظالـم هـئـي زور گهـٽي، اَنـدر خونَ خَرابُ
تـڏهـن مارينـدي هـئـي هـڪـڙو، تڪو رڪي تابُ
هاٿي فـقـيريءَ جي قـنـد سـان چِڏيائين حَرفُ حسَابُ
سـَت سَت ماريو سـاعَتَ ۾، تي ڪُـٺَا ڪري ڪَبَابُ
دلِ دَعـا دولابُ، تـِي پـڙهـي حـَجَ هـنُرَ جا.

(١٦)

پَرَ نـہ ٻَليون هَلَن حـجَ تي نہ ڪُٺا سَمَهہ هٽن
جي هـُنـر بـازِيـون حرڪُتون، ٿا مَڪَر رڪَنِ مَنِ
هي مـثُـل تـُن ماٺـهنِ جو، آه قصو منجهہ قصَنِ
جي وجهـئـو دَاوَ دَعـاءَ جـا ٿـا واٺـن تـي وَڙڪَنِ
تـڪـينَ بـيـگانـِيـون عـورتـون، ريجهِي سَاٿُ رَنُنِ

مـتِّدَنِ جـي مَجلـِيـسَ کـي اوڏا تــا نـہ اَچِنِ
پيـرويءَ پيـغمبرَ جـي ڪـَنـا ٿا ولـَها واءِ وَجِنِ
جي ٿـا رانـديـون ريــب رِوَن، اُوءِ پـي آهــنِ ٻـولَ
ٻِلـيءَ جي.

(١٧)

پـَرَ جو پـاڙو تـڪـي پانـهنجو، ڏُرڙو چڙي ڏيانُ
پـاڙا نـبين ڪـي پـيارا ، جيئَن جاٽـي جَڳُ جَهانُ
پـوءِ پـڏر پـونـدي ڳالـهڙي، تـيـنـدو گــوڙ گـُمَانُ
تَڏهِـن مـاءُ ڪـونـيـنـدو مـنـهـن تـي، جـَان هــَٿُ
ڏيندو حيوانُ
جَان قَسَمُ ڪندو ڪُوڙَ تـي، ڪـٽِي قادرُ جو قُرآنُ
جَنِ اِهڙو ديـنُ ايـمَانُ، اُوءِ پـي آهِـنِ ٻـولَ ٻلـيءَ جي.

(١٨)

پـَرَ ٻـَر ٻـَحر جا زاهدَ جي، ٿا ڪَنِ سَهـسين سير سَبيلَ
مَٽڪا مَٽڪَن تيِ هٽيو ٿا ڪَنِ تَسبِن جي تَحصِيلَ
ڪَشفَ ڪَرامَتَ سانُ ڏسَن، ٻِئَا دلَ جا دُرسُ دَلِيل
سَخَا نـہ آه سـجَنِ ڪـي ڪـا ڪـوڏيءَ قَدُرُ قـلـيلَ
جي اهـڙي ٻُخلِ ٻَخِيلَ، اُوءِ پـي آهِـنِ ٻـول ٻلـيءَ جي.

(١٩)

پـَرَ جي شَرعَ ۾ شَفـيعَ جَامَ جي، ٿا ڪوڙ ڪَنِ قاضِي
ونـئو روڪ رُپـيـنِ ڪـي، ٿـا ٿـين رشـوَت تـي رَاضِي
حقَ منهجئون نـاحَقُ ڪـيون، ٿا ڪَنِ دَڙ ٻَڙ دَرازي
سي پــي چاندي چـئـبا ڪـينڪي، وجي رِيءُ ٿيا روازِي
جي ٿـا ٻـَنِلائِنِ ٻَازِي، اُوءِ پـي آهِـنِ ٻـولَ ٻلـيءَ جي.

(٢٠)

بعضي ڪَنِ مُلَنِ جِي، اهڙي خوءِ آهي خَصلَتَ
جيئن مُئي ماٺهوءَ تي خوش ٿيندا اَندَر ۾ البَتَ
پوءِ واريون وقتن کي ٿا ناٿا ڪرين نت
پوءِ ڪنيو قُرآنَ ڪريمَ کي ٿا ڊوڙن ساڻُ مَيَتَ
نڪي نامِ خُداءِ جي، نہ حضرتَ جي حُرمَتَ
جان لالچَ هوندَنِ لولَنِ جي، جان پَٽون
ڪارڻ پَيتَ
گوهر جو سي قَدُرُ نہ ڄاڻَن، ڪَلَ انهين قيمت
جي اهڙي ڳالهين ڳت، اُوءِ پيي اَهنِ ٻول ٻليءَ جي.

(٢١)

پَرَ خيرشاه خواهَشَ رسولَ جي، چئي نتُ
مَدَحَ مسڪينِ
تَنهِنِ سَيّدَ سَرَ انبياؤ جي، تون دُرسُ رَهِج سرِ دين
جنِ کي حُبَ حَبِيبَ جي آه مَحَبت مهرَ مَنجهين
سي کَهندا ڪلمون ڪوڙ مؤن، يَڪ دلِ ساڻُ يَقينَ
اُوءِ ڪڏهنِ ٿيندا ڪينَ، شلَ ڀَهڳُڻَ ٻولَ ٻليءَ جي.

لا اله الا الله محمد رسول الله



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوئ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا **پَنَ** بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ **پَنَ** ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ **پَنَ** جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ **پَنَ** پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. **پَنَن** پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو **پَنَن** سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۾ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)